سپ پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر 24

ڪتاب جو نالو: **ٿيون نسل**

ليکڪ: امداد رند

ڇاپو پهريون: مارچ 2018ع

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: مور ساگر

ڪمپوزنگ: جهانزيب علي جوڻيجو

ڇپائيندڙ: سِپ پبليڪيشن - نواب شاهه

ڇپيندڙ: ساحل پرنٽر اينڊ پبليشر حيدرآباد 03332634650

قيمت: 200/- روپيا

# ارپنا

امان ۽ بابي جي نالي.

جن مونکي سدائين انسانيت

جو درس ڏنو

# فهرست



## ڪهاڻيون

# ترندڙ ڪهاڻين جا گلاب

ڪائنات جي هِن هيڏي وسيع ڦهلاءُ کي سهيڙي هڪ نقطي ۾ سمائي چِڏڻ يا وري هڪ نُقطي کي ڪائناتي ڦهلاءُ جيان تبديل ڪري ڇڏڻ جو ڏانءُ ئي ڪهاڻي آهي. سنڌي ڪهاڻيءَ جي روح مان صديءَ جي سفر جا ٿَڪَ اجان نہ لٿا آهن پر پوءِ بہ سنڌي ڪهاڻي اڄ جنهن مقام تي پُهتي آهي اُن سفر جي پنڌ ۾ پيڙا جا رنگ، نرالا ۽ مُنفرد ضرور آهن. اُنهن خاصيتن جي اِدراڪ کي اُنهن ڪهاڻين جي ڪئينواس تي ڪو پورٽريٽ بڻجي ئي محسوس ڪري سگهجي ٿو. سنڌي ڪهاڻيءَ جي سفر ۾ هُونءَ تہ ڪهاڻيڪار گهڻا آهن پر ڪهاڻيءَ جي ڪاڪ جو راڻو ڪو ڪو بڻجي سگهيو آهي. جو تہ ڪهاڻي پنهنجي فني ۽ فڪري ڳوڙهاين جي ڏانءُ يا هُنر جي حاصلات ۾ گهٽ ڪهاڻيڪارن کي ماڻجي سگهي آهي. امداد رند بہ سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڪنن سفر جو هڪ ڪاهوڙي ڪهاڻيڪار آهي. جنهن جي ڪهاڻيڪار دل، دماغ ۽ نظر هر وقت سُجاڳ، پنهنجي ارد گرد جي ماحول جي آس پاس متحرڪ ۽ اُن جي ذري ذري تي غور ۽ ويچار ڪندي رهي ٿي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو امداد رند جي ڪهاڻين جا موضوع توڙي مواد پنهنجي سماج جا اُهي ڪردار، واقعا، حقيقتون ۽ سچ آهن جيڪي امداد جي روح ۾ لهي وڏي فنائتي نموني، سان ڪهاڻين جي روپ ۾ نروار ٿيا آهن. امداد رند جون ننڍڙيون، ننڍڙيون ڪهاڻيون، مُختلف حالتن جون نراليون تصويرون آهن جن ۾ ڪردارن جون ڪيفيتون ۽ حقيقتون لفظن ذريعي، سِڌو سَئنون، بنا ڪنهن رَنڊڪ جي دل تائين پهچن ٿيون. امداد رند جي ڪهاڻين ۾ موضوعن جي چونڊ، موضوعن مُطابق ڪردارن جي بيهڪ، اُنهن جي چُرپُر، اُنهن جي ٻولي، ٻوليءَ جي فطري سادگي، منظر نگاري، مقصد ۽ مفهوم کي فنائتي انداز سان فوڪس ڪري پڙهندڙ توڙي ٻُڌندڙ کي اُهو

سڀ ڪُجھ هُوبهُو ڏيکارڻ يا ڀرپور نوني محسوس ڪرائڻ يا اُن جي من ۾
ڪو تحرڪ پيدا ڪري ڇڏڻ جو عنصر وڏي گهرائي سان سمايل ملي ٿو.
سچ تہ اُهو انداز امداد کي هڪ باشعور ڪهاڻيڪار طور سامهون آڻي
بيهاري ٿو. امداد جي اندر جي ڪهاڻيڪار جو جنم توڙي جو منهنجي
سامهون ئي ٿيو آهي ۽ اُن کي اجا ڪو گهڻو عرصو بہ ڪونہ ٿيو آهي، پر
ڪُجھ سالن جي غور ۽ فڪر امداد کي ڪهاڻيءَ جي دنيا جو هڪ ڪردار
بڻائي ڇڏيو آهي. هڪ اهڙو ڪردار جيڪو مُختلف ڪهاڻين جي ڪردارن
جا روپ ڌاري پڙهندڙ سان هم ڪلام ٿئي ٿو. هُن جي سيني ڪهاڻين جا
گهٽ ۽ گهيڙ مون کان ڪڏهن ڳُجها نہ رهيا آهن. اُهي جڻ تہ منهنجا ازل
کان ڄاتل سُڃاتل آهن تہ ڪيئن اُهي پنهنجي منزل ڏانهن سفر ڪن ٿا.
ڪيئن اُنهن تي پيڙائن جا سج لهن ۽ چڙهن ٿا. امداد جو اڪثر ڪهاڻيون
بي ساختگيءَ ۽ ڪُجهہ ڪهاڻيون باساختيءَ جي اعتبار کان پنهنجي
آرٽسٽڪ ڏانءُ ۾ پُختيون آهن. امداد ڄاڻي ٿو تہ ڪهاڻي ڪيئن شُروع
ڪجي ۽ ڪيئن اُن جي اُٽت ڪجي. اِهو هُنر ئي آهي جيڪو امداد جي
ڪهاڻيپڻي کي هڪ وڻندڙ رنگ ۽ ڍنگ ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو جنهن جي
سُونهن ۽ سوڀيا، نقش ۽ نگار امداد جي گهري نگاهہ جو ئي تصور آهن.
جيڪي حقيقتن مان اُڏامي سندس تخيل جي ڪئنواس تي ڇِٽجي وڃن
ٿا. امداد جي ڪهاڻين ۾ سماجي حالتن جي تُز ۽ کَري عڪاسي، طنز ۽ مزاج
جو تخليقي رنگ ۽ ڍنگ ۽ درد جي احساس جي اکرن ۾ اُپٽار ۽ اُٽت جو
ڍنگ هِن کي هڪ فطري ڪهاڻيڪار جو اعزاز بخشي ٿو. امداد جون
ڪهاڻيون پڙهي توڙي ٻُڌي سنڌي سماج جي سموري صورتحال هُوبَهو اکين
اڳيان تري ايندي آهي. جديد ۽ قديم ڪهاڻيءَ جو سنگم امداد جهڙي
ڪهاڻيڪار کي هڪ سيبتي ليکڪ طور اُجاگر ڪري ٿو. سچ تہ امداد جي
مختصر ڪهاڻين جا ڪيئنواس پنهنجي تخليقي ڦهلاءُ ۾ وسعت تہ رکن ٿا.
پر اُن وسعت کي اجان وڌيڪ ڦهلائڻ جو احساس پڻ من ۾ ڪَر موڙي جاڳي
پوي ٿو. هُن جي ڪهاڻيڪار دل جي بيقراري، بي چيني، ڪيفيتي هم
آهنگي سندس ڪهاڻين جي ڪردارن ۽ اُنهن پاران چيل لفظن ۾ ڇِٽيءَ

طرح محسوس ڪري سگهجي ٿي. اِهو ئي سبب آهي جو هي ڪهاڻيءَ جي سِٽاءَ کي هُنرمنديءَ سان اهڙو تہ سهيڙي ٿو جو سندس هر ڪهاڻي پنهنجي روح ۾ رچي راس ٿي پوي ٿي. امداد رند جي ڪهاڻيءَ جو مزاج ۽ مقصد، مفهوم ۽ معيار هڪ مُڪمل پسمنظر رکن ٿا ۽ اُنهن جي فطرت پنهنجي ڌرتيءَ مان پاڻ مُرادو ڦُٽي نڪري ٿي. ڌرتي، جنهن جو شعور ۽ ادراڪ امداد جي ڪهاڻين کي هڪ ڀرپور سماجي، سياسي، ادبي ۽ تاريخي پسمنظر مُهيا ڪري ٿو. ڇاڪاڻ جو هو پنهنجي ديس جي ڏانهُن ۽ ڪُوڪن کي پنهنجي تخليقپڻي جي روح ۽ فني تناظر مان گُذاري پنهنجي دور جي تلخ تاريخ کي ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ مُنتقل ڪري ٿو. هن جي ڪهاڻين جي دُنيا جا نقش ۽ نگار پنهنجا آهن. بلڪ هُن جون ڪهاڻيون خارجيت مان داخليت جو سفر ڪري پنهنجي هڪ نڪور ڪائنات جوڙن ٿيون. امداد هڪ سُجاڳ ليکڪ جيان ڪٿي بہ پنهنجين ڪهاڻين ۾ مُداخلت نہ ٿو ڪري. هُو تہ هڪ ڏسندڙ جيان، هڪ حساس دل رکندڙ شخص جيان سماج جي اوڻاين کي يا ساڙس ٿيندڙ سياسي چالبازين ۽ ڏاڍاين خلاف سراپا احتجاج بڻجي وڃي ٿو ۽ پنهنجي اهڙي باغيانہ عمل کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏئي ڇڏي ٿو. جيڪي رنگ ۽ روپ اسان کان ڪڏهن بہ اوپرا نہ رهيا آهن. بلڪ اُهي تہ اسان جي ئي حالتن، ڪيفيتن ۽ احساسن جي ترجماني ڪندڙ هوندا آهن.

امداد رند جي ڪهاڻين ۾ رومانوي خوشبوءِ سان گڏ مزاحمتي رنگ ۽ تخليقي علامت نگاريءَ جو انداز بہ پنهنجي هڪ الڳ سُڃاڻپ رکي ٿو. اهڙا اهم مُحرڪ، جيڪي اڄوڪي جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اٿليپ پيا ٿيندا وڃن، امداد رند اُنهن سمورن رنگن کي پنهنجين ڪهاڻين ۾ سهيڙي زنده رکيو آهي.

**بخشل باغي**

# ڏيان ڇڪائيندڙ ڪهاڻيڪار

ڳالهہ ٻڌائڻ يا ڪهاڻي بيان ڪرڻ انساني فطرت آهي. ڳالهہ آکاڻي يا لوڪ ڪهاڻي صدين کان سنڌي سماج ۾ رائج آهي. يورپ ۽ آمريڪا کان آيل مختصر ڪهاڻي بہ ڳالهہ يا آکاڻي جي سُڌريل شڪل آهي. ترجمن کان پوءِ اصلوڪي سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جو سفر جيڪو 1914ع کان شروع ٿيو هو (حُر مکي جا: لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻي) تنهن کي 2014ع ۾ سئو سال پورا ٿيا. موجوده دور جي نئين نسل جا سنڌي ڪهاڻيڪار ان سفر کي زور شور سان جاري رکندا پيا اچن. ان نئين نسل ۾ امداد رند بہ شامل آهي.

موجوده دور ۾ سنڌي ڪهاڻيڪارن جو تعداد گذريل سمورن دورن کان گهڻو وڌيڪ آهي. هڪ اندازي موجب هن وقت بہ سئو کن ڪهاڻيڪار آهن. ايڏي وڏي تعداد ۾ ڪنهن ڪهاڻيڪار جو مٿي اڀري اچڻ ۽ پاڻ مڃائڻ ڪو ايترو سولو ڪونهي. امداد رند جي لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ هن جي ڪهاڻين نہ رڳو پڙهندڙن، پر سنڌي ادب جي حلقن جو ڌيان پڻ ڇڪايو آهي.

امداد رند 1992ع ۾ هڪ شاعر جي حيثيت سان لکڻ جي شروعات ڪئي. پر پوءِ هن کي پنهنجي اظهار جي لاءِ شاعريءَ کان وڌيڪ نثر پاڻ پيو ۽ هن 1996ع کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. ڏهن سالن جي ڊگهي عرصي کان پوءِ هن جي جيڪا پهرين ڪهاڻي نوابشاهہ مان نڪرندڙ اجرڪ مئگزين ۾ شايع ٿي سا هئي ”خالي بيڊ“. ان کان پوءِ امداد رند جون ڪهاڻيون سنڌيءَ جي اهم رسالن ۾ لڳاتار شايع ٿينديون رهيون آهن. هو هيستائين 35 کن ڪهاڻيون لکي چڪو آهي. ڪهاڻيڪار جي حيثيت سان کيس فقير محمد لاشاري ايوارڊ پڻ مليو آهي. سندس ڪهاڻين جو

پهريون مجموعو ”تيون نسل“ اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن مجموعي ۾ امداد رند جون 19 ڪهاڻيون شامل آهن.

امداد رند جي پهرين ڇپيل ڪهاڻي ”خالي بيڊ“ پڙهي ائين نٿو لڳي تہ اها ڪنهن نئين يا سيڪڙات ڪهاڻيڪار جي لکيل اوائلي ڪهاڻي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار نگاري ۽ بيانيہ جون خوبيون موجود آهن. هن مجموعي ۾ جتي امداد رند جون سنيون ڪهاڻيون شامل آهن، اتي البت ڪجهہ ڪهاڻيون اهڙيون بہ آهن جيڪي معيار جي لحاظ کان ڪچيون ڦڪيون لڳن ٿيون. ٿي سگهي ٿو اهي ڪهاڻيون امداد رند جي شروعاتي دور جون لکيل هجن.

”اڌ ۾ رهجي ويل چمي“ سوچ جي سلسلن جي هڪ سٺي ڪهاڻي آهي، پر ان جي هڪ وڏي خامي اها آهي تہ پڙهندڙ جيئن ڪهاڻي پڙهڻ شروع ڪري ٿو هن کي ڪلائميڪس جي خبر پئجي وڃي ٿي تہ پڇاڙي ۾ ڇا ٿيڻ وارو آهي. ڪهاڻيءَ جو عنوان ”اڌ ۾ رهجي ويل چمي“ پنهنجي جاءِ تي خوبصورت آهي، پر اهو خود ڪهاڻيءَ جي انت ڏانهن اشارو ڪري ڇڏي ٿو. عنوان جي آڌار تي لکيل ڪهاڻيءَ جو ٻيو ڪو انت ٿي بہ نٿو سگهي. ان هوندي بہ ڪهاڻي پنهنجي جاءِ تي اثرائتي آهي.

هن مجموعي جي نالي واري ڪهاڻي”تيون نسل“ پڙهندي اهو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي تہ ان جو ڪلائميڪس ڪٿي دنگ ڪندو. ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي پڙهندڙن جي توقع جي ابتڙ پرپور ۽ فطري آهي. منهنجي خيال ۾ ”تيون نسل“ سنڌي ادب جي اهم ڪهاڻين ۾ ليکي سگهجي ٿي. جيتوڻيڪ پُٽ کي پيءُ جي ڪِرت تي شرمندگي واري موضوع تي اڳ ۾ بہ ڪجهہ سنيون ڪهاڻيون لکيون ويون آهن. پر امداد رند جي ڪهاڻي انهن کان الڳ پنهنجي هڪ خاص انفراديت رکي ٿي. ڪهاڻيءَ ۾ جيڪو جنريشن گئپ ڏيکاريو ويو آهي ان جا اصل ڪارڻ سماجي ۽ معاشي مسئلا آهن. سادگي ۽ زميني حقيقتن جي بنياد تي بيٺل سنڌي سماج ۾ هاڻي ڪوڙي ڏيکاءُ ۽ شوبازي کي وڌيڪ اهميت حاصل ٿي وئي آهي. پراڻي خانداني ڪِرت ۽ ڌنڌي کي عزت ۽ بيعزتيءَ جو پيمانو بنائي رد ڪيو پيو

وجي. احساس ڪمتري وچان انهن ٽنڊن سان لاڳاپيل ذاتين کي لڪائي ۽ بدلائي مانائتي سمجهي ويندڙ ذات اختيار ڪرڻ جون مصنوعي ڪوششون ڪيون وڃن ٿيون. سماج جي ان سچي لقاءُ کي امداد رند هن ڪهاڻيءَ ۾ پختي فنڪارانہ انداز ۾ چٽيو آهي.

”چپيل پوندو“ ڪهاڻيءَ ۾ پڻ شرمندگي ۽ بيعزتي جي احساسن کي بيان ڪيو ويو آهي، پر ان جو موضوع توڙي پسمنظر بلڪل الڳ آهي. ان ڪهاڻيءَ جي فطري وهڪري کي ”جهڙي ڪرڻي تهڙي پرڻي“ وارو مثال ڏڪ رسائي ٿو. فقير واري ڳالهہ زوريءَ آندل لڳي ٿي.

”ڳاڙهيون اکيون“ سنڌ جي سياسي غلامي بابت هڪ منفرد علامتي ڪهاڻي آهي. ڏرتيءَ کي شڪار گاهہ بنائيندڙ قابض شڪارين تر جي اصلوڪن ماڻهن کي زير ڪري ڪتن جهڙو بنائي ڇڏيو آهي. اهي ان حد تائين بيغيرت ۽ پنهنجن جا ويري ٿي ويا آهن جو شڪاري جي اشاري تي هنن پنهنجن ئي معصومن ۽ گگدامن جا نسل تباهہ ۽ ويڙها ويران ڪري ڇڏيا آهن. امداد ان سچي صورتحال کي علامتن ۽ استعارن وسيلي بيان ڪندي ٻڌايو آهي تہ وڏيرا، رئيس، پوتار ۽ پير پنهنجن جا تہ ويري آهن، پر ڌارين شڪارين جي لانگ بوٽن کي صاف ڪندي خوشامد وچان پيچ لوڏيندي، پيرن ۾ ليٽڙيون پائڻ تي فخر محسوس ڪن ٿا.

پاڻي سنڌ جي لاءِ زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. امداد رند ان کي واٽر وار جو نالو ڏنو آهي. هيءَ ڪهاڻي سنڌ ۾ 2010ع ۾ آيل مها ٻوڏ جي پسمنظر ۾ لکيل آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ وطن دوست ڪردار آهن، جيڪي ماڻهن کي ٻڌائين ٿا تہ ”هيءَ ٻوڏ نہ آهي، آبي جنگ آهي جيڪا دشمن اسان تي اوچتو زوريءَ مڙهي آهي، جڏهن دشمن توبن ۽ ٽينڪن سان سنڌ فتح نہ ڪري سگهيو تہ هاڻي پاڻيءَ کي هٿيار بنايو آهي.“ ان مها ٻوڏ ۾ سنڌو درياءُ جي توڙي بند کي ڪٽ هڻي ذري گهٽ سڄي سنڌ کي ٻوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. هونءَ عام حالتن ۾ سنڌو درياءُ مان پاڻي زوريءَ ڪٽي سنڌ جي زمينن کي غير آباد ۽ ويران بنايو ويندو آهي. پر جڏهن مٿين علائقن ۾ برفباري ۽ زوردار برساتن ڪان پوءِ درياءُ ۾ ٻوڏ اچي ويندي آهي، تہ ان کي سنڌ ڏانهن موڪلي،

بندن ۾ ڪٽ ڏئي گهارا هٽي، غريب مسڪين سنڌين جي ڳوٺن ۾ ٻنين ٻارن کي ٻوڙي، لکين ماڻهن کي بي گهر بنائي دربدر ڪيو ويندو آهي.

"پيرو" پيري ڪتن بابت هڪ طنزيه ڪهاڻي آهي، "مانيءَ جو پور" درد وندي ديس جي بک ۽ بيحاليءَ جي دل ڏوڏيندڙ ڪهاڻي آهي. پنهنجو پاڻ کان وڃائجي ويل جهوني کي جڏهن وسري ويل ڳالهيون ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي ته هو چئي ٿو "ابا اسان ته سڀ ڪجهه وڃائي چڪا آهيون. ديس، درياءُ، ٻنيون، ٻولي، چاچا ياد ڪريان بابل."

"شوڪي"، "خرچي"، "گم ٿي ويل شام جي ڳولا"، "ٿمندڙ نيڻ" ۾ ٻين ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن سان لاڳاپيل موضوعن کي چٽيو ويو آهي. امداد رند جي ڪهاڻين ۾ مون کي جيڪا خاص خوبي نظر آئي، سا اها آهي ته هو ڪٿي به اجائي ڊيگهه نٿو ڪري ۽ نه لفاظي کان ڪم وٺي ٿو. هن جي بيانيه ۾ توريل تڪيل لفظ ۽ جملا هوندا آهن. جيتري قدر سندس ڪهاڻين ۾ فن ۽ فڪر جو تعلق آهي، ته ان ۾ وقت گذرڻ سان گڏ اڃا وڌيڪ سوپيا ۽ گهرائي پيدا ٿيندي ويندي، سندس هن مجموعي ۾ شامل ڪهاڻيون ان ڳالهه جي شاهدي ڏين ٿيون.

**شوڪت حسين شورو**

# صبح جي ڳولا ۾ نڪتل شام جهڙيون اُداس ڪهاڻيون

صبح جي ڳولا ۾ نڪتل شام جهڙِيون هي اداس ۽ حيران محبوبائن جهڙيون ڪهاڻيون ڏک جي هڪ رات گذاري پرهه ڦٽيءَ مهل پڪ سان پنهنجي محبوب سورج سان ضرور ملنديون.

امداد رند جي ڪهاڻين ڏانهن ڏسي رهيو آهيان. يا شايد امداد رند جون ڪهاڻيون مون ڏانهن ڏسي رهيون آهن. پيار ۽ پنهنجائپ مان. اسان ٻنهين جي آس پاس "نئون نسل" جاڳي رهيو آهي. هڪ اميد، هڪ آس، هڪ خوشي، هڪ اعتبار.

روشني جو ڪرڻو
ٻرندڙ ديپ،
وهندڙ درياهه،
نه مان وڏاءُ نه پيو ڪيان،
نه ئي لفظن جو اجايو استعمال ٿو ڪيان.

لفظ ٻرندڙ ميڻ بتيون آهن. جيڪي اونداهيءَ ۾ راهه به ڏيکاري سگهن ٿيون ته جهوپڙيون به جلائي سگهن ٿيون.

جيڪو شخص لفظ جي ماهيت کي سڃاڻي نه سگهي، ان کي نه ٿو جاڻي اُهو دنيا جو وڏي ۾ وڏو بي خبر ماڻهو آهي.

نئون نسل واقعي به اميد جو اهڃاڻ آهي.
خوشيءَ جو استعارو آهي.

گهٽ ۾ گهٽ پلا پيو ڪجهه نه تڏهين به "نئون نسل" اميد ۽ اعتبار جي چئو ديواري ۾ "ويساهه گهاتي" جهڙو ڪاٽ ته ناهي. جنهن ۾ هڪ يونين اڳواڻ پنهنجي پورهيت ساٿين جي قسمت جي واڳ پنهنجي مڏر پارٽي جي رهنما جي هٿ ۾ ڏئي هڪ وڏي غلطي ڪري ٿو. مڏر پارٽي جو رهنما ملز انتظاميه وٽ ڏوڪڙن تي وڪامي پورهيتن جي سموري جدوجهد جو تين وال ڪري ٿو ڇڏي.

هڪ الميو.

هڪ واقعو.

هڪ سچائي.

پڙهندڙن جي اکين ۾ دوکي جي ڏوڙاڏامندي رهجي ٿي وڃي. هن ديس ۾ ڪهڙيون ۽ ڪيتريون ويساهه گهاتيون ٿين ٿيون؟ انهن جو ڪو انت پار ڪونهي.

هڪ سچي آرٽسٽ جو اصلي ڪم تخليقي انداز ۾ سچ جو اظهار ڪرڻ آهي. نه ڪنهن جي حمايت نه ڪنهن جي مخالفت.

پڙهندڙ پاڻ محسوس ڪندو دوکي جي ان ڇَر ڪي، ڪوڙ جي سيڪ کي، اهڙو دوکو، اهڙو ڪوڙ جيڪو "ٻاڙهيون اکيون" ڪيو ويٺو آهي. پر ٻاڙهيون اکيون رڳو مظلوم لاءِ.

ٻارهيون اکيون رڳو غريب ۽ ناپهچ لاءِ.

پر انهن لاءِ نه جيڪي ڪيس ڳچي ۾ چمڙي جو پٽو وجهي پنهنجا بوٽ چٽرائين ٿا.

انهن لاءِ هُو "لوسي ڪتو" آهي.

جنهن جو ڪم ئي آهي لُور لُور ڪرڻ، نُوس نُوس ڪرڻ ۽ پونڪڻ.

بلڪل ايئن ئي امداد رند جي ڪهاڻي "واٽر وار" کان وٺي "ڏهين جُون" تائين ۽ هڪ دلال جي ڪتا "خرچي" کان ويندي "چپيل پوندو" تائين سماج جي انيڪ اوڻاين تي هڪ حساس ليکڪ جو تخليقي ردعمل آهي.

جيڪو سياويڪ ۽ اڻ ٽر آهي.

"مسيحا"، "ڪاري چانهه" ۽ "مٽاهون هٿ" کان ٿيندي "مانيءَ جو پور" ۽ "آخري شنوائي" تائين سڀ ڪهاڻيون پنهنجي پاڻ ۾ هڪ رڙ آهن، هڪ شڪايت آهن، هڪ صدا آهن.

اجان رُج مان رڙ اچي پئي اچي پئي،
متان ايئن سمجهين مٺا مور سارا.

سوال اهو نه آهي ته ڪڙي ۽ تيز چيخ جهڙيون اهي ڪهاڻيون سماج ۾ ڪا گهربل مثبت تبديلي يا فرق آڻي به سگهنديون يا نه؟ ڪو ہوتو ہاري به

سگهنديون يا بس رڳو هڪ رڙ وانگر وقت جي ويران صحرائن ۾ ڀٽڪندي رهجي وينديون؟

پر بنيادي ڳالهه اها آهي تہ هر ڳالهه جي پنهنجي هڪ الڳ حيثيت، اهميت ۽ اثر ضرور آهي. اثر کان تہ ڪو هڪ لفظ بہ خالي نہ آهي تہ هڪ سڄي ساري ڳالهه اثر کان عاري ڪيئن ٿي سگهي ٿي. البت ان ڳالهه ۾ اگر ”ڳالهه“ وارو هنر هوندو ۽ ان ڳالهه ۾ واقعي ڪا ”ڳالهه“ بہ هوندي تہ پوءِ ان جا اثر ۽ نتيجا گهڻ پاساوان، گهرا ۽ دائمي ٿيندا ۽ اهو معاملو خود ليکڪ جو آهي تہ هو ڇا ٿو چاهي!

۽ پڙهندڙ وري ليکڪ سان ٻڌل ناهي.

اها وري ان جي مرضي ۽ پسند آهي تہ هو ڇاٿو چاهي ۽ ڇا نہ ٿو چاهي!

ليکڪ ۽ پڙهندڙ گڏ گڏ هوندي بہ ڏار ڏار هلندا آهن

ڏار ڏار هلندي بہ گڏ گڏ هوندا آهن.

ان فرق ۽ فاصلي کي سمجهڻ سولو آهي بہ ۽ ناهي بہ! ۽ مان ان فاصلي جي ڪناري تي بطور هڪ پڙهندڙ امداد جون ڪهاڻيون جيڪي وڏيڪ ويجهيون محسوس ڪيان ٿو اُهي آهن.

شوڪي،

گم ٿي ويل شام جي ڳولا،

ٿمندڙ نيڻ

ٽيون نسل

۽

لکڻ کان رهجي ويل خط

مون کي هي پنج ڪهاڻيون وڏيڪ پياريون ڇو آهن؟ ان سوال جو ڪو بہ جواب شايد مون وٽ نہ هجي. ڪنهن شئي جي گهٽ پسند يا ناپسند هجڻ لاءِ تہ ماڻهوءَ وٽ شايد ڪوڙ جواب دليلن سميت موجود هوندا آهن پر پسند لاءِ الاءِ ڇو اڪثر ماڻهو وٽ ڪي گهڻا جواب ۽ دليل نہ هوندا آهن. شايد اُهو ان ڪري جو پسند ۽ پيار جو تعلق دل سان هوندو آهي. ۽ دل جي ڳالهه پاڻ ئي پنهنجو جواب هوندي آهي. پاڻ ئي پنهنجو منطق پنهنجو دليل

هوندي آهي. دل ڳوڙهن ۾ ڳالهائيندي آهي ۽ خاموشين ۾ سوچيندي آهي.
منهنجي نزديڪ آرٽ دل جي ويجهو ۽ دل آرٽ جي ويجهو هوندي آهي.

آرٽ ۽ دل يا احساس ۽ جذبو هڪ خواب جي ٻن تعبير آهي. اهي ٻئي پاڻ ۾ ٻنان ڪنهن پُل جي ڳنڍيل آهن.

میں رویا پردیس میں بھیگا ماں کا پیار،
دل نے دل سے بات کی بن چٹھی بن تار۔
(عبدالرحیم خانِ خاناں)

سو ان ڪري مان پنهنجي پسند جي انهن پنجن ڪهاڻين جي پسنديدگيءَ لاءِ لفظن ۾ ڪو سبب ٻڌائڻ جي Stereo Type ڪوشش کان بچندي فقط اهو ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته امداد جون هي پنج ڪهاڻيون پنهنجي پاڻ ۾ منهنجي لاءِ "پنج معنيٰ گنج" آهن.

هي پنج ڪهاڻيون دل جي اهڙي نديءَ جو جل آهن جيڪو پڙهندڙن جا نيڻ پُسائي سگهي ٿو.

هي ڪهاڻيون اوهان کي خاموش سرگوشيءَ ۾ محبت جو اهو راز ٻڌائينديون جيڪو اوهان کي پنهنجي منهن مُرڪڻ تي ۽ دل تي هٿ رکي ٿڌو ساهه کڻڻ تي مجبور ڪندو.

ڇو ته دل جي واديءَ ۾ رهندڙ "نيون نسل" پنهنجي نيڻن ۾ پيار پريو اعتراف سانڍي هلي ٿو. ۽ سندس ڇاتيءَ ۾ پڇتاءُ جي ڇيت آهي! محبت ۽ سچ لاءِ اهو اعتراف ۽ غلطيءَ جو اهو پڇتاءُ ڪيس عشق جي امامت سونپي ٿو. صبح جي ڳولا ۾ نڪتل شام جهڙيون هي اداس ۽ حيران محبوبائن جهڙيون ڪهاڻيون ذڪ جي هڪ ڏکي ڪاري رات ڪٽي پرهه ڦٽيءَ مهل پڪ سان پنهنجي محبوب سورج سان ضرور ملنديون.

**منورسراج**

# ديس جي دريءَ مان

ڪهاڻيءَ کي مان وهندڙ نديءَ وانگر سمجهان ٿو. جنهن جو پاڻي هر پل نئون ۽ تازو توانو آهي ۽ زندگي وانگر روان دوان. جديد ڪهاڻي جي ڪا به شروعات نه آهي ۽ ڪو به اختتام نه آهي، اُها ڪٿان به شروع ڪري ۽ ڪٿي به ختم ڪري سگهجي ٿي. ڪهاڻي به انساني تاريخ سان گڏوگڏ هڪ طويل سفر ڪندي، وڏن لوڪ ڪهاڻين، ۽ قصن کان ٿيندي آڪاڻي تائين پهچي ۽ آڪاڻي کان ڪهاڻي تائين. سنڌي ڪهاڻي جو جديد سفر، لال چند امر ڏني مل جي ڪهاڻي "حُرَ مکي جا" جيڪا 1914ع ۾ لکي ويئي آهي. انهيءَ کان 2014ع تائين سئو سالن جو هڪ خوبصورت تخليقي سفر طئي ڪري ٿي ۽ سنڌي ڪهاڻي جي انهيءَ سئو سالا سفر ۾ جن وڏن دبنگ ڪهاڻيڪارن، ڪهاڻيءَ جي ڪئنواس تي نرم، نفيس احساسن ۽ جذبن جا رنگ پريا ۽ اُنهن ۾ وقت سان گڏ جدت بخشي اُنهن جي هڪ طويل لسٽ آهي. اُنهن مان ڪجهه نالا پنهنجي حافظي جي زور تي لکان ٿو. نادر بيگ مرزا کان وٺي مرزا قليچ بيگ، جمال ابڙو شيخ اياز امر جليل آغا سليم ماڻڪ، سراج الحق عبدالقادر جوڻيجو نورالهدا شاه، شوڪت شورو، مهتاب محبوب، نسيم کرل، لياقت رضوي، اخلاق انصاري، امر لغاري، محمد صديق منگيو منور سراج ۽ ضراب حيدر جهڙا مک نالا شامل آهن. چون ٿا ته هي دور نثر جو دور آهي، جنهن ۾ ناول، ڪهاڻيون، آتم ڪٿائون، سفرناما جهڙيون شيون تيزي سان وڌي رهيون آهن. سنڌي ڪهاڻيءَ کي فن جي عروج تائين پهچائڻ وارا مٿيان سيئي نالا منهنجا آئيڊيل رهيا آهن ۽ اُنهن ۾ هڪ نالو ممتاز بخاري جو به آهي، جنهن جو تخليقي ناول "ڪلاس فور جي

محبوبا“ بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي ۽ اُنهن سيني ڪهاڻي جي فن کي پنهنجي فني عروج تي پهچايو آهي. مان پنهنجي ڪهاڻي لاءِ اجا ڪا بہ دعويٰ نہ تو ڪري سگهان. مان بس يوسف جي خريدارن جي لسٽ ۾ شامل آهيان ۽ اها ئي منهنجي وڏي خوش قسمتي آهي. منهنجي خيال ۾ سٺي ڪهاڻي اُها آهي جنهن ۾ اهڙن احساسن جي لهر هجي، جيڪا پڙهندڙ جي دل کي ڇُهي، هن جون اکيون آليون ڪري سگهي ۽ چپن تي مُرڪن جا پوپٽ اُڏائي سگهي، جنهن ۾ جذبي جي بيساختہ اڇل هجي.

مون ڪتابن جي مطالعي کان وڌيڪ زندگي جي ڪتاب مان گهڻو ڪجهہ سکيو آهي. ڪهاڻيون ٻڌڻ جو مان ننڍي هوندي کان ئي تمام گهڻو شوقين رهيو آهيان. منهنجا وڏڙا بہ بهترين خوشمزاج ۽ قصاگو رهيا آهن. ننڍي هوندي کان قصن ٻڌڻ جو وڏو شوق، راتين جون راتيون قصا ختم ئي نہ ٿين ۽ مان قصن جي اڌ ۾ ئي ننڊ پئجي ويندو هوس. ايئن ننڍي هوندي فلم ڏسندي بہ ننڊ پئجي ويندو هوس، ۽ بابا سائين پنهنجي ڪلهي تي کڻي گهر ايندو هو. مون پنهنجي ٻالڪپڻ کي تمام گهڻو ماڻيو. بابا سائين ريلوي ۾ ڊرائيور هو. بابا سان گڏ سڄيءَ سنڌ جو ريل ۾ سفر ڪيم. سچي ڳالهہ اِها آهي تہ بابا سائين جهڙو محبت ڪندڙ ۽ ٻاجهارو زنده دل خوشمزاج، دوست مون کي حياتيءَ ۾ وري نہ ملي سگهيو. ڪتاب وٺنا هجن، فلمون ڏسڻيون هجن، سدائين ”ها، بابا، ها، وٺئون ٿا“ زندگيءَ ۾ جيستائين بابا سائين جو ساٿ هو تہ مون کي دنيا جو ڪو بہ هوش نہ هو. مان خوشين جي ستين آسمان تي اڏامندو رهيس، منهنجون حقيقي معنيٰ ۾ اکيون تڏهن کليون جڏهن، بابا سائين جون اکيون هميشہ لاءِ بند ٿي ويون.

”جاتم سڀ ڄمار، سڄڻ هوندا مون گهرين.“

ادب سان منهنجو رشتو سياست جي ڪري جُڙيو. 1980ع وارو ڏهاڪو منهنجي زندگي جو اهم ڏهاڪو هيو. جنهن ۾ منهنجي شعور جا بنياد پيا، ۽ آئون شعور جي سفر تي گامزن ٿيس، ۽ انهيءَ قومي، سياسي سفر جو پهريون سُونهون مون کي سائين عزيز الله ٻوهئي جهڙو جاکوڙي، سچو مخلص، با ڪردار، عالم مليو. جيڪو شاهہ سائين جي هن بيت جو عڪس آهي.

کرکٽا لاهي، سک نہ سُتا ڪڏهين،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو. (شاهہ)

ڀوهئي صاحب پنهنجي گهر جا ٽانوَ ڪپائي بہ سنڌ جي نوجوانن ۾ نئين سنڌ جي شعور جا ڏيئا ٻاريا. اهو دور سچائي ۽ قربانيءَ جو عظيم دور هو. جو نوجوان نياڻيون پنهنجو ڏاج بہ قومي تحريڪ جي چندي ۾ ڏيئي ڇڏينديون هيون. قومي اڳواڻن جي سچائي ۾ انڌو ايمان هوندو هو. ان ڏينهن کان اڄ ڏينهن تائين سائين ڀوهئي صاحب سان محبت ۽ احترام جو رشتو قائم آهي ۽ هميشہ قائم رهندو هو. ڀوهئي صاحب سان ڪتابن جو ٿيلهو هميشہ گڏ هوندو آهي. جيڪي هو پاڻ پڙهي پوءِ قومي ڪارڪنن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. پر اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻي ڀوهئي صاحب جي ڪتابن مان گهڻو ڪري سنڌ گم ٿي ويئي آهي. اهو دور اسٽڊي سرڪلس جو دور هو ڪتابن سان تمام گهڻو چاهہ هوندو هو. سياسي ادب ۽ فلسفو تمام گهڻو پڙهيو ويندو هو ۽ وڏي ذهني هلچل سائين جي ايم سيد جي ڪتابن آنڌي ۽ خاص طور تي سائين جي "سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ" ۽ "جئين ڏٺو آهي مون"اُنهن ئي ڏينهن ۾ مون کي ڪامريڊ الهہ بخش راڄپر، سڄڻ سنڌي ڪامريڊ سرور ٻوٽا، حافظ عبدالاحد ڀٽو، خليل انصاري ۽ ساگر حنيف ٻڙدي جهڙا دانشور دوست مليا، جن سان ڪيل ڊگهيون ڪچهريون ۽ اُنهن جا پاڻ ۾ ٿيندڙ وڏا علمي بحث، مباحثا، سياسي تجزيا منهنجي لاءِ انمول علمي سرمايو ثابت ٿيا. انهن ئي ڏينهن کان وٺي ڪتابن سان دوستي زندگيءَ جو لازم ۽ ملزوم حصو ٿي ويئي. ۽ تڏهن کان وٺي اڄ تائين جهڙوڪ ڪتابن ۽ ڪچهرين جو موالي ٿي ويس. آءٌ اهو اعتراف ڪريان ٿو تہ منهنجو محسن ۽ منهنجو پهريون ادبي ۽ سياسي استاد سائين عزيز الله ڀوهيو مون کي نہ ملي ها تہ آءٌ پنهنجي حياتيءَ ۾ سياسي، ادبي ۽ سماجي شعور حاصل نہ ڪري سگهان ها. ۽ سچي ڳالهہ اِها بہ آهي تہ اڄ مان جيڪا خوشحال زندگي گذاري رهيو آهيان تہ اُها بہ سائين ڀوهئي صاحب جي ڪري ئي آهي. جنهن مون کي تمام ڏکن ۽ تڪليفن واري دور مان ڪڍي، 1990ع ۾ ٽريفڪ پوليس ڪراچيءَ ۾ ڀرتي ڪرائي جڻ تہ نئين زندگي ڏني.

آءٌ مستنصر حسين تارڙ جي لفظن ۾ اِهو بہ اعتراف ڪيان ٿو تہ مون تي آسمان مان ڪجھ بہ نہ لٿو آهي، مان جيڪو ڪجھ بہ آهيان، پنهنجي سينيئر ۽ همعصر دوستن جي ڪري آهيان. نوابشاهہ ۾ 1992ع ۾ ٽرانسفر ڪرائي اچڻ ڪانپوءِ مون کي ائين محسوس ٿيو جڻ تہ مون نئون جنم ورتو هجي ۽ منهنجو نئون ادبي سفر شروع ٿيو. نوابشاهہ ۾ اچڻ ڪانپوءِ جن ادبي دوستن سان منهنجي ويجهڙائپ ٿي، اُنهن ۾ وسيم سومرو اهو پهريون دوست هو جنهن سان سڀ کان اڳ ۾ منهنجي شناسائي ٿي هئي، جيڪا پوءِ گهاٽي دوستي ۾ بدلجي ويئي. وسيم هڪ دوست جي حيثيت ۾ منهنجي شاعري ۾ وڏي رهنمائي ڪئي. ۽ پنهنجي نگراني ۾ ڇپجندڙ رسالي "اجرڪ" مئگزين ۾ منهنجي پهرين ڪهاڻي خالي بيڊ ڇپائي مون کي تمام گهڻي خوشي ڏني هئي. ۽ ان ڪانپوءِ مون کي لکڻ لاءِ نئون اعتماد مليو. انهن ئي ڏينهن ۾ سارنگ سهتو ۽ منور سراج جهڙن ليکڪن جي سنگت نصيب ٿي. جن بہ منهنجي ڪهاڻين کي تمام گهڻو اُتساهيو ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيو.

نوابشاهہ سيشن ڪورٽ ۾ ڊيوٽي ڪندي ويهن ٻاويهن سالن جو عرصو گذريو ان دوران سائين اخلاق حسين لاڙڪ جهڙو علم دوست، ادب دوست ۽ انسان دوست ماڻهو بدلي ٿي آيو. جنهن جي صحبت ۾ گهڻو ڪجھ سکڻ جو ۽ پڙهڻ جو موقعو مليو. خاص طور تي ڪلاسيڪل راڳ ٻڌڻ جي شروعات ٿي. اخلاق صاحب پاڻ سان گڏ علم، ادب ۽ راڳ جي بهترين ڪليڪشن بہ آندي هئي، ۽ ان سان گڏ جيڪو اڻ ميو پيار اخلاق صاحب وٽان مليو. اُهو ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان. تنهن وٽان ادب جا شاهڪار پڙهڻ لاءِ مليا. راجہ گڌ، سڌارٿ، ويا جي ڏينهن ۾ ڪيل محبت، پوڙهو ۽ سمنڊ، ذلتون ڪي ماري لوگ، مولانا روم جي مثنوي ۽ خاص طور تي گرو رجنيش کي تمام گهڻو پڙهيم، اخلاق صاحب جي معرفت سنڌ جي وڏي آرٽسٽ، ترقي پسند اديب ۽ دانشور سائين ڊاڪٽر پير بخش لاڙڪ جي سنگت، صحبت، پيار ۽ محبت نصيب ٿي، ڊاڪٽر پير بخش لاڙڪ ۽ اخلاق صاحب سان ڪيل ڪچهريون مون کي سالن جي مطالعي کان وڌيڪ لڳنديون آهن. سائين

پوهئي صاحب جي سنگت ۽ سائين اخلاق صاحب جي صحبت منهنجي شعور کي وڏيڪ ڦهلاءُ بخشيو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو مان اڄ بہ پاڻ کي هڪ قومي ڪارڪن سمجهندو آهيان. ۽ ان ڪري آءُ ڪڏهن بہ غير جانبدار نہ رهيو آهيان, ها منهنجون ڪهاڻيون ضرور غير جانبدار هونديون آهن. پر آءُ هميشہ جانبدار رهيو آهيان آءُ پنهنجي ديس ۽ ديس وارن سان عشق جي حد تائين محبت ڪيان ٿو. پنهنجي ديس وارن تي ٿيندڙ ڪنهن بہ انياءَ تي خاموش نٿو رهي سگهان, ڇو تہ اسان جو سماج وڏي عرصي کان جمود جو شڪار بنايو ويو آهي. اسان جا سڀ ادارا هٿ وٺي تباهہ ڪيا ويا آهن. ڌارين جي آبادڪاري هر سال لکن جي تعداد ۾ وڌي رهي آهي. ساڃاهہ وندن کي ڪنيي گم ڪيو پيو وڃي, سنڌ اڄا تائين ظلم ۽ جبر جي گهاڻي ۾ پيڙهجي رهي آهي ۽ مان هڪ پل لاءِ بہ اهڙن ڏاڍاين کان لاتعلق نٿو رهي سگهان, ڇو تہ:

”الا ڏاهي مَ ٿيان ڏاهيون ڏک ڏسن“

اسان ماڻهن جو شعور کان وڌو بيو ڪو بہ دشمن نہ آهي, جيڪو اسانکي پل پل سجاڳ ۽ بيچين رکي ٿو. اسان کي تڙپائي ٿو ڦٽڪائي ٿو ۽ لڪرائي ٿو. آءُ دنيا کي پنهنجي ديس جي دري مان ڏسندو آهيان. منهنجي لاءِ سڀني کان اڳ ۾ پنهنجو وطن ۽ پنهنجي قوم آهي, پوءِ ٻي دنيا. مان پهريان وطن پرست, قوم پرست ۽ پوءِ عالمگيريت پسند آهيان. آءُ اڄ بہ پاڻ کي وطن جو اهو سپاهي سمجهان ٿو جيڪو جنگ جي محاذ تان, اجان موٽيو نہ آهي. بلڪ اڄ بہ پنهنجي ديس جي ويرين سان ادب جي مورچي تان, پنهنجي قلم سان مهاڏو اٽڪايو بيٺو آهي, ۽ منهنجي ڪهاڻين ۾ اوهان کي اِهي شيون ضرور ملنديون. منهنجي ڪهاڻين جا ڪردار اوهان کي خلائن ۾ نہ پر پنهنجي آس پاس ڌرتي تي نظر ايندا.

نوابشاهہ ۾ رهڻ دوران ڪافي عرصي کان پوءِ بخشل باغي ۽ ستار سندر جي دوستيءَ جي صورت ۾ هڪ نئين زندگي ملي آهي, اڄ مون کي ادبي دنيا ۾ گهٽو پنڪڻ کان پوءِ هڪ ڳالهہ جو شدت سان احساس ٿيو آهي تہ هن رشتن ناتن کان منڪر دنيا ۾ منهنجي زندگيءَ جي پاند ۾ بخشل باغي

۽ ستار سندر جو سَرهو سنگ نصيب ٿيو جيڪو مون لاءِ ڪنهن ڀاڳ کان گهٽ ناهي. مون کي ان ڳالهہ جو فخر آهي تہ جن سان مون، يا جن مونسان زندگي جي هر روپ کي پنهنجائپ سان ونڊيو آهي، اهڙي محبت جي ونڊ اسان جي دوستي جي ايمان ۾ تازگي ۽ توانائي جو ڪارڻ پئي رهي آهي، منهنجي ڪافي ڪهاڻين هنن دوستن جي آڏو ئي جنم ورتو آهي، هنن دوستن جي منهنجي ڪهاڻين تي ڪيل بي رحم تنقيد يا جائز تعريف بہ هنن جي پنهنجي ذاتي آرٽ سان سچائي جي ثابتي آهي. هنن دوستن جي اُتساهہ ۽ حوصلہ افزائي نہ هجي ها تہ شايد مان ايترين ڪهاڻيون نہ سرجي سگهان ها. ۽ نہ منهنجو ڪتاب ئي اچي سگهي ها. ڪيترن سالن کان هي ٻئي دوست مون کي ڪتاب لاءِ همٿائيندا رهيا آهن ۽ هنن پيارن جي ڪوشش سان، نيٺ منهنجو اهو خواب هاڻي سندر حقيقت جو روپ ڌاري ”ٽيون نسل“ جي صورت ۾ اچي رهيو آهي، منهنجي هن ڪتاب کي شروعات کان وٺي آخر تائين بخشل باغي جنهن پيار سان ڏٺو آهي جو مان سمجهان ٿو تہ ايتري محنت هن ڪڏهن پنهنجي ڪتاب تي بہ نہ ڪئي هوندي، هن ڪتاب جي ٽائيٽل کان وٺي بيڪ ٽائيٽل تائين سڀ خوبصورتيون بخشل باغيءَ جي محنت جو ثمر آهن. منهنجي ادبي سفر ۾ گهڻو وقت اڳ بخشل باغيءَ هڪ سونهين جي حيثيت ۾ منهنجي رهنمائي ڪندي چيو هو تہ ”امداد توکي شاعري ڇڏي، ڪهاڻيون لکڻ گهرجن، تنهنجي اندر ۾ مان هڪ ڪهاڻيڪار ڏسي رهيو آهيان ۽ تون ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجو بهتر اظهار ڪري سگهين ٿو.“ پوءِ ان ڏينهن کان وٺي مون شاعريءَ واري ناوَ کي الوداع ڪري ڪهاڻيءَ جي غوراب ۾ سفر شروع ڪيو جنهن مون کي ”ٽئين نسل“ جي جزيري تائين پهچڻ جو ساهس بخشيو آهي ۽ اجا اڳتي ڪهاڻي جي وشال سمنڊ جو منظر پنهنجي جوڀن سان منهنجي روح ۽ شعور آڏو ڇوليون هڻي رهيو آهي.

هن ڪتاب کي ساپيان جي صورت ڏيڻ ۾ منهنجي جاکوڙي دوست علي رضا خاصخيلي جو وڏو سهڪار شامل آهي ۽ علي رضا جي معرفت جن دوستن جون محبتون ۽ پيار هن ڪتاب ۾ شامل آهي انهن ۾ پيارو

دوست عمران بلوچ، انور چانڊيو ايڊووڪيٽ ڪيهر انصاري، مختيار چارڻ صاحب ۽ سائين علي محمد شاهه لڪياري به شامل آهن.

جن دوستن منهنجين ڪهاڻين تي لکڻ جو قرب ڪيو اُنهن ۾ سڀ کان اڳ ۾ آءٌ سنڌ جي سينيئر ۽ جينئس ڪهاڻيڪار سائين شوڪت حسين شوري جو تمام گهڻو شڪرگذار آهيان، جنهن مون جهڙي سيڪڙات ڪهاڻيڪار تي مهاڳ لکي تمام گهڻي عزت بخشي آهي. آءٌ ايترو ئي احسان مند آهيان سائين اخلاق انصاريءَ جو جنهن به وڏا قرب ڪري مون جهڙي ننڍڙي ڪهاڻيڪار جي ڪهاڻين تي پنهنجا قيمتي ويچار بيڪ ٽائيٽل لاءِ لکي ڏنا ۽ مان پياري منور سراج جو به تمام گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن تمام ڏيان سان منهنجون ڪهاڻيون پڙهيون ۽ پيار سان اُنهن متعلق پنهنجي راءِ ڏني ۽ ڪهاڻين لاءِ به اکر پڻ لکي ڏنا. پياري بخشل باغي جا ٿورا ته آئون ڪڏهن به لاهي نه سگهندس، جنهن تي پيرا وڏي محنت سان پروف ريڊنگ ڪئي ۽ ڪهاڻين تي به اکر به لکي ڏنا ۽ منهنجي ڪتاب کي پنهنجي ڪتاب وانگر ڇپرايو آهي. اُن کان علاوه وڏا قرب ياءُ ڪپتان ابڙي جا جنهن منهنجي هن ڪتاب کي پنهنجي ناياب آرٽ سان هڪ خوبصورت چهرو بخشيو آهي. هن ڪتاب ۾ منهنجي سيني گهرياتين جون نيڪ تمنائون به شامل آهن. منهنجي امڙ، منهنجا پائر لياقت علي ۽ زاهد علي منهنجون ڀينرون ۽ منهنجون ڏيئرون ۽ منهنجا پٽ غازي خان (عمران علي)، ڪامران علي ۽ عبدالرحمان ۽ منهنجي جيون ساٿي جنهن جو ساٿ منهنجي لاءِ خوشين ڀريو رهيو آهي آءٌ پنهنجي ننهن ۽ پٽ غازي خان جو به ٿورائتو آهيان جن مون کي ڏاڏي ٿيڻ جو شرف بخشي، مونکي پنهنجي مستقبل جي ٿئين نسل عروا ۽ عروج جي ناياب سوغات ڏيئي، منهنجي مختصر حياتيءَ کي وسيع ٿهلاءُ ڏيئي ڇڏيو آهي.

**امداد رند**

Cell: 0301_3818714

# اَڏ ۾ رهجي ويل ڇُمي

موٽرسائيڪل مناسب رفتار سان هلي رهي هئي، آسپاس موٽر سائيڪل جي آواز کان سواءِ ٻيو ڪو بہ آواز نہ هو پر هُو بہ ان وقت هر آواز کان بي پرواهہ هو. هن جي ڪنن تي موبائيل فون جو هيڊ فون چڙهيل هو. موبائيل فون تي هو پنهنجي محبوبا آسيہ سان پنهنجي مستقبل جا حسين تاج محل اڏي رهيو هو هن کي ايئن ڀاسي رهيو هو جڻ آسيہ هن جي سامهون بيڊ تي ويٺل هجي، ٻئي ٿُونٺيون هنج ۾ ڪري، ٻنهين هٿن جي پيالي ۾ پنهنجي ڪاڏي رکي، هن ڏانهن مرڪي نهاري رهي هجي جذبات ۾ ڪنهن پل موٽرسائيڪل جي رفتار گهٽجي رهي هئي تہ ڪنهن پل وڌي رهي هئي.

”جاني، اڃا پلا ڪيترو تڙپائيندين. ڪيترو انتظار ڪرائيندين؟“

”بس، آسي هاڻ ڪجهہ سالن جي ڳالهہ آهي، هي سال منهنجي تعليم جو آخري سال آهي، ان کان پوءِ نوڪري ۽ پوءِ شادي“

هن پيار ڀريل ٺڏي مٺي لهجي ۾ هن کي اطمينان ڏياريندي چيو.

”نہ آصف ايڏو پري انهيءَ وچ ۾ تہ آءُ مري وينديس“

هن ڏاڍي اتاولائيءَ مان چيس. آصف منهنجي دل هاڻي ڪنهن بہ شيءِ مان وندرجڻ واري نہ آهي.

”آصف مون کي هاڻ وڌيڪ نہ تڙپاءِ. نوڪري وچي ڪڏ ۾ پوي مان جيڪو هيڏو سارو پرائيويٽ اسڪول هلايان پئي، اهو ڪنهن جي لاءِ آهي. سچ پڇين تہ آءُ محبت جي معاملي ۾ ڏاڍي بدقسمت رهي آهيان. مون ائين بہ محسوس ڪيو آهي تہ سچي محبت مون کي گهڻو وقت راس نہ ايندي آهي، آصف مون کي بس تون گهرجين. آصف تون، آصف توکي خبر آهي تہ

منهنجي دل چا تي چوي؟“

”چا تي چوي پلا تنهنجي دل؟“

”منهنجي دل چوي ٿي تون هينئر جو هينئر مون وٽ پهچ، مون کي پنهنجي ڀاڪرن ۾ ڀري چنڊ جي هن پار وٺي هل، جتي پيار ڪرڻ وارن جي هڪ ڏار حسين دنيا آباد هجي، جتي ٻار، گل ۽ پوپٽ هجن، بلڪل ڪنهن شاعر جي خواب جهڙي دنيا.“

آسيہ مسلسل ڳالهايو پئي، جڻ تہ هن تي ڪنهن ديوانگي جو دورو پئجي ويو هجي، رات جو رنگ آسيہ جي نيڻن جهڙو گهرو ڪارو هو، ايندڙ ويندڙ گاڏين جي هيڊ لائيٽ ۽ هارن جي شور جو هن تي ڪو بہ اثر ڪونہ هو، موٽرسائيڪل جي ڦرڙاٽ جو آواز بہ رفتار سان گڏ گهٽ ۽ وڌ ٿي رهيو هو، مختلف گاڏيون هن کي ڪراس ڪري رهيون هيون ۽ سامهون ايندڙ گاڏيون هن جي چهري کي ڪجهہ گهڙين لاءِ روشن ڪري گذرنديون رهيون، آصف تي آسيہ جي لهجي جو خمار چوٽ چڙهيل هو، نينهن جي نشي جو سرور ئي پيو هو، هو ڏاڍو خوش هو، آسيہ جي نشي جهڙي جواني ۽ مستيءَ ڀريل اکيون آصف جي تصور ۾ هيون.

هنن جي ڀيرين ملاقات موبائيل فون ذريعي ٿي هئي، ان رات بہ آصف ”راجہ ڏاهر“ هاسٽل تي پنهنجي ڪمري ۾ جاڳي رهيو هو، هن جا دوست روم پارٽنر بابر ۽ مزمل گهري ننڊ ستل هئا، رات پنهنجو اڌ سفر پورو ڪري چڪي هئي، ان رات آصف ڏاڍي بچيني پئي محسوس ڪئي، ننڊ هن جي نيڻن کان ڪوهين ڏور هئي، هو هاسٽل جي ڪمري مان نڪري سرسبز لان جي وچ تي نهيل پٿر جي دڪيءَ تي ويٺو. چنڊ آسمان جي نرڙ تي بنديا جيان چمڪي رهيو هو، رات جي سانت ۾ گهرو سڪون هو، ٿڌڙي هوا هن جا ڳل چُمي رهي هئي، هو موبائيل تي نوان، نوان نمبر ڊائل ڪرڻ لڳو مختلف نمبر ڊائل ڪرڻ کان پوءِ هڪ نمبر تي رنگ وڃڻ لڳي.

”هيلو“

پريان هڪ نرم ۽ نفيس قسم جو عورتاڻو آواز آيو.

”جي هيلو“ آصف ڳالهايو

"مون کي ننڊ نہ پئي آئي سو تائيم پاس ڪرڻ لاءِ فون ڪيم"

"ادا، آءُ هڪ ڊاڪٽرياڻي آهيان هاسپيٽل مان ڊيوٽي تان پئي ڳالهايان، منهنجو وقت ڏاڍو قيمتي آهي. ۽ آءُ ڏاڍي مصروف آهيان جي اوهان ڪا ننڊ جي ٽيبليٽ وغيره لکڻ چاهيو تہ لکي وٺو"

"نوميڊم ٿينڪ يو"

ان کان اڳ جو آصف هن کي سوري چوي ها، لائن ڪٽجي ويئي، آصف ٻيهر ڪوشش ڪرڻ لڳو ڪيترائي مرداڻا آواز اچڻ تي، ڪنهن کي سوري، ڪنهن کي رانگ نمبر چئي ٽاريندو رهيو ۽ نوان نوان نمبر ڊائل ڪندو رهيو آخر هڪ ڀيرو ٻيهر هڪ سُريلو رس ڀريل آواز هن جي سماعتن سان ٽڪرايو.

"هيلو اسلام عليڪم." "وعليڪم اسلام"

"ڇا حال آهي"؟ آصف سلام جو جواب ڏيندي چيو

" ها سڀ خير آهي." ايترو چئي هوءَ وري چپ ٿي ويئي.

"معاف ڪجو جي مون اوهان کي ڊسٽرب ڪيو هجي، يا اوهان جي مٺي ننڊ خراب ڪئي هجي".

"نہ مان جاڳان پئي". هن وري بہ مختصر جواب ڏنو

"ڪجهہ دير اڳ منهنجي ڪال هڪ ڊاڪٽرياڻي سان ملي ويئي هئي، خبر نہ آهي تہ هنيئر ڪنهن سان مخاطب آهيان".

"هنيئر اوهان هڪ ماسترياڻيءَ سان پيا ڳالهايو"

"ڀلا هڪ ڊاڪٽرياڻي ۽ هڪ ماسترياڻي ۾ ڪهڙو فرق آهي اوهان جي نظر ۾".

هن گفتگوءَ کي پاڻ ئي هڪ دلچسپ انداز سان اڳتي وڌائي ڇڏيو هو. "

"منهنجي نظر ۾ ٻئي مسيحا آهن. هڪ اِنسان جي جسم جا روڳ دور ڪندو آهي ۽ ٻيو روح جا".

آصف جي دل جو دهڪو وڌي ويو هو ساهہ ساهہ ۾ نہ پئي آيس،

"ڀلا اوهان جي نظر ۾.؟"

"منهنجي نظر ۾؟"

"ها, ها اوهان جي نظر ۾"

"منهنجي نظر ۾ ڊاڪٽرياڻيءَ جي هٿ ۾ سرنج هوندي آهي ۽ ماسترياڻيءَ جي هٿ ۾ لڪڻ".

ايئن چوندي هو ٻئي ٿهڪن جي گلابي ساگر ۾ ٻڏي ويا.

"الله معافي ڏيندو".

ڪافي دير جي ٿهڪن کان پوءِ آصف چيو

"ڇا کان؟" هن هڪدم پڇي ورتو.

"سرنج کان ۽ لڪڻ کان".

هڪ دفعو ٻيهر هو ٿهڪن جي آڪاس تي پکين وانگر ترڻ لڳا. ڪجهه ئي دير کان پوءِ حجاب جون سڀ ديوارون ڀڃي ڀور ٿي چڪيون هيون.

"اوهان ڇا ڪندا آهيو". هن پڇيو.

"آءٌ شاگرد آهيان انجنيئرنگ ۾ پڙهان پيو"

"اڇا تہ ڇئبو مستقبل جا اِنجنيئر آهيو".

"ها, دعا ڪريو".

"ٻيو ڇا پڙهندا آهيو؟"

"ٻيو ادب سان ننڍي هوندي کان گهرو لڳاءُ اٿم".

"يلا اوهان ڪجهه پنهنجي باري ۾ بہ ٻڌايو".

"مون سوشيالا جي ۾ ايم. اي ڪئي آهي, ۽ ادب منهنجي بہ ڪمزوري آهي, نورالهدا شاهہ ۽ آغا سليم مون کي تمام گهڻو وڻندا آهن. هاڻ هڪ پرائيويٽ اسڪول هلائيندي آهيان, هڪ ننڍي ڀيڻ اٿم. جيڪا ميڊيڪل ۾ پڙهندي آهي, بابا ڪراچي ۾ هڪ صوبائي کاتي ۾ سيڪريٽري آهي, ۽ امان هڪ اين جي او جي ڪرتا ڌرتا آهي, اها پنهنجي ڪمن جي سلسلي ۾ ڪڏهن ڪراچي تہ ڪڏهن اسلام آباد جي ٽوئرن تي هوندي آهي."

هن مختصر طور تي پنهنجي سڄي بايو ڊيٽا ٻڌائي ڇڏي هئي.

اوهان پنهنجو نالو اڃا تائين نہ ٻڌايو آهي".

نالي ۾ چا آهي، نالو تہ بس سڃاڻپ لاءِ هوندو آهي، باقي رشتو تہ ڪالهہ بہ "آدم ۽ هوا" جو هو اڄ بہ آهي ۽ سڀاڻي بہ رهندو.

"مطلب"؟ آصف پڇيو.

"مطلب تہ عورت ۽ مرد"

"اِها تہ ڳالهہ صحيح آهي، پر پهرين سڃاڻپ لاءِ ئي سهي، پنهنجو نالو تہ ٻڌايو؟"

"آسيہ"، هن ڄڻ شرمائيندي ٻڌايو هجي.

ايئن آهستي آهستي فون جو سلسلو هلندو رهيو ۽ نيٺ ڳالهہ اچي ملاقات تائين پُهتي "سڪون هوٽل" جي فيملي هال جي اُها ڪنڊ، ان ڏينهن خوشبوءَ سان واسيل هئي، هوءَ آصف جي تصور کان بہ حسين هئي، عمر اٽڪل پنجويهہ، تيهن جي وچ تي هئي، ڪافي دير هو ٻئي هڪٻئي کي ڏسي خوشي ۽ حيرت مان مرڪندا رهيا هئا، هوءَ بہ آصف سان ملي ڏاڍي خوش هئي. ڄڻ هن کي پنهنجو آئيڊيل ملي ويو هجي، ڪافي دير تائين مُرڪن جي ٻوليءَ ۾ گفتگو هلندي رهي، آصف مرڪندي هن جا گلابي هٿ پنهنجي ڪوسن هٿن ۾ جهليا تہ هن جو چهرو اُيرندڙ سج وانگر ٻري روشن ٿي پيو هو هن مرڪي نيڻ ٻوٽي ڇڏيا هئا، ايئن ڪچهرين جو سلسلو طويل ٿيندو ويو.

هنن پيار جي زباني اظهار کان وٺندي جسماني اظهار تائين جو سفر بہ طئي ڪري ورتو هو تڏهن بہ هنن جي پيار جي شدت ۾ ڪا ڪمي نہ آئي، هاڻ هو هڪٻئي کي سمجهي ويا هئا، هنن هڪٻئي کان ڪجهہ بہ نہ لڪايو هو، ايتري قدر جو آسيہ، آصف کي اهو بہ ٻڌايو هو تہ هوءَ اڳ ۾ بہ هڪ شاديءَ جو گهاءُ کائي چُڪي هئي، برگر فيملي ۾ ٿيل هن جي ناڪام گهريلو زندگيءَ، هن کي احساساتي طور ڪافي زخمي ڪيو هو. هن جا سمورا خواب چڪنا چور ٿيا هئا، شاديءَ جي نالي ۾ هن کي هڪ سونهري پڃري جو قيد مليو هو جيڪو هوءَ گهڻو وقت برداشت نہ ڪري سگهي، ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ هن کي خبر پئجي ويئي تہ هن جي مڙس کي هن جي "من" جي نہ. پر رڳو "تن" جي ئي طلب هئي، ۽ هن جو مڙس آوارا ڀنوري وانگر هر روز نئين

گل جي واس ونڻ جو شوقين هو. هوءَ هڪدم سونهري پڃرو ٽوڙي آزاد ٿي ويئي. پر انهن ڏينهن ۾ هوءَ اها آسيہ بہ نہ رهي هئي، جيڪا شاديءَ کان اڳ ۾ هڪ شوخ، چنچل، حاضر جواب ۽ لاجواب آسيہ هئي. ٿڪ وڪيرينڌڙ آسيہ مان هڪ نئين اداس ۽ هر پل نيٽڻ مان نير وهائيندڙ آسيہ جو جنم ٿيو هو. پنهنجي اندر ۾ ٽٽل ڦٽل، پڄي پور ٿيل، پنهنجو پاڻ کي شراب ۾ ٻوڙيندڙ ۽ پاڻ کي ڏکن جي درياهہ ۾ لوڙهيندڙ ڪجهہ ئي وقت ۾ پنهنجي هڪ ڌار دنيا ٺاهي ورتي هئي، جنهن ۾ هاڻ هوءَ هوندي هئي. شراب هوندو هو ۽ هن جا نوان، نوان دوست هوندا هئا. جيڪي هن کي نوان، نوان دوکا ڏيئي، هن جي روح کي ويتر زخمي ڪري هليا ويندا هئا. ايئن هن ڪجهہ عرصي تائين پاڻ کي خود اذيتي جي ڪيفيت ۾ متبلا رکيو پر پوءِ هو پنهنجو پاڻ سنڀالڻ لڳي ۽ هوريان هوريان سيني شين کي ڏڪي ڌار ڪندي ويئي. ٿوري عرصي ۾ هن پنهنجو پاڻ کي سنڀالي ورتو ۽ واپس پنهنجي حقيقي زندگي ۾ موٽي آئي. هن کي ايئن ڀاسندو هو جڻ ڪو هن. هڪ ڀيانڪ خواب ڏٺو هجي. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن رڳو پنهنجو پاڻ سان رات جو پيئڻ جي ڪمپني ڪندي هئي. پر ڏينهن جو هوءَ مڪمل ذميواري سان پنهنجي اسڪول جي دنيا ۾ گم هوندي هئي. سڄو ڏينهن ننڍن ٻارن کي هنج ۾ کڻي هنن جو سبق پڙهڻ انهن کي پيار ڪرڻ، اُنهن کي شيون وٺي ڏيڻ ۽ شايد اُنهن ٻارن ۾ هوءَ پنهنجو اهو ٻار بہ ڳوليندي هئي جيڪو هن ابارشن جي ذريعي ڪيرائي ڇڏيو هو.

هن پنهنجي حسين مستقبل جا خواب وري ڏسڻ شروع ڪيا هئا. هوءَ ڏاڍي خوش هئي. آصف هن کي هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي خوابن جي روشن ساڀيان ٿي مليو هو. هن جي شوخ چنچل، حاضر جواب ۽ ٿڪ وڪيرينڌڙ جواني وري واپس موٽي آئي هئي.

آصف کي پويان ايندڙ ڪوچ جي تيز پريشر هارن چرڪائي وڌو

"آسيہ منهنجو توڏي هڪڙو قرض رهيل آهي". آصف ڳالهايو.

"ڀلا ڪهڙو؟" آسيہ خماريل لهجي ۾ پڇيو

"آسيہ ڪالهہ شام سرور هوٽل ۾ مون توکي هڪ مني ڏني هئي، ۽ تو مون کي پنج منيون ڏنيون هيون. ڇو؟

"اڇا تہ اِها ڳالهہ آهي، پوءِ تہ تون منهنجو قرضي ٿئين نہ. هاڻ مون کي پنهنجون چار منيون موٽائي ڏي نہ تہ وڏيڪ سمجهين ٿو"

اڄ هوءَ ڏاڍي رومانٽڪ موڊ ۾ محسوس ٿي رهي هئي.

"آسي اڄ تنهنجو آواز ڇو مٺيل آهي، تنهنجو آواز اڄ گهڻو خماريل ۽ منو منو ٿو لڳي، ڪٿي تون اڄ بہ پي تہ نہ رهي آهين؟"

"ها، سهڻا پي رهي آهيان."

"پر تو تہ مون سان واعدو ڪيو هو تہ هاڻ جڏهن بہ پيئنداسين تہ گڏجي پيئنداسين".

"آئي ، ايمر سوري جاني هن ڀيري معافي ملي، اڳتي لاءِ واعدو"

"آسيہ پلا توکي ٻار وڻندا آهن آصف هڪدم موضوع مٽايو"

"۽ ها، جاني هڪڙي ڳالهہ ٻڌي ڇڏ. مون کي ٻار ڏاڍا وڻندا آهن پر آءُ ٻار هڪڙو ئي جڻيندس ۽ اها بہ ڌيءَ. وڏيڪ لاءِ تون هنيئر ئي سوچي وٺ. متان سياڻي مون کي تنگ ڪرين. آءُ ٻارن جڻڻ واري مشين ڪڏهن بہ ٿيڻ نہ چاهينديس".

آصف سمجهي ويو هو تہ مڌ جو نشو هاڻي آسيہ تي چوٽ چڙهي چُڪو هو. آصف کي موٽرسائيڪل هلائڻ ۾ ڏاڍو لطف اچي رهيو هو.

"آسي هاڻ فون بند ڪر. هاڻ تون آرام ڪر. ۽ تنهنجو آواز هاڻ مونکي صفا جهيڻو پيو ٻڌڻ ۾ اچي".

"نہ آصف نہ پليز فون بند نہ ڪجان. توکي منهنجو قسم آهي".

"آسيہ پليز پاڻ کي سنڀال"

هاڻي آصف کي آسيہ جي سڏڪن جا آواز صاف ٻڌجي رهيا هئا. هو ڪافي دير تائين رئندي رهي.

"آصف توکي خبر آهي تہ آءُ ڪير آهيان"

"هن مڌ هوشي جي عالم ۾ ڳالهايو"

"ها، مون کي خبر آهي، تون منهنجي آسيہ آهين."

"نہ چريا نہ آءُ موهن جي دڙي جي ناچڻي آهيان آءُ نور الهدا شاهہ جي ڪهاڻي "پارو تو گوشت آهيان."

"آسي هاڻي تون بلڪل آئوٽ ٿي رهي آهين پليز هاڻ فون بند ڪر"

"نہ چريا هنيئر ئي تہ آءُ نارمل آهيان"

"چڱو آسي هاڻي موڪلايون ٿا، پر اڳ ۾ هڪ مٺي ڏي".

پوءِ ڪافي دير تائين آصف جي ڪنن ۾ چمين جا روح گرمائيندڙ آواز ايندا رهيا، آسيہ جڻ تصور ۾ آصف جا گلابي چپ چمي رهي هجي،

"آصف هاڻ تون بہ مٺي ڏي".

آصف بہ چمي جي جواب ۾ چميون ڏيندو رهيو چميون ڏيندي هن تصور ۾ آسيہ جي چپن تي پنهنجا چپ رکي ڇڏيا. ڪجھ ساعتن لاءِ هن جو اکيون بند ٿي ويون ۽ آصف جو ڌيان سامهون ايندڙ وين کان بلڪل هٽي ويو هو هڪ ڌماڪو ٿيو. ۽ هڪڙو خوبصورت خواب ڇِڪنا چور ٿي ويو ۽ هڪ چُمي هوائن ۾ اٽڪي اڌوري رهجي وئي.

# چَپيل پونڊو

سڄي دڪان کي ٻهارو ڏيئي، چنڊٽيءَ سان شيشي جي ڪبٽن کي چنڊڻ شروع ڪيم، منيارڪو دڪان، ڪبٽن ۾ هر قسم جا پائوڊر طرحين، طرحين جون خوشبوءِ واريون سينٽون، ۽ جسم کي مهڪائيندڙ صابڻ توڙي اسپري، هار سينگار جو مڪمل سامان موجود هيو ڪبٽ اُڳهي اڃا واندو نہ ٿيو هوس، سامهون واري فٽپاٿ تي نهيل ڇپرا هوٽل جو ”ٻاهر واري“ ڪنڌڙ ملازم هڪ چانهہ واري ڪٽلي ۽ ٻہ ڪيڪ معمول موجب رکي هليو ويو ڪٽلي ۽ ٻن ڪوپن جي کڙڪي مون کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيو روڊ تي نهار وڌم تہ اڃا سڄي بازار ۾ ويراني ڇانيل هئي، پري ڪان دڪانن جا شٽر مٿي کڄڻ جا آواز آيا پئي، ينگياٽيون ٻهارو ڏيئي، گند ميڙي وچي ڇڪيون هيون. آڪٽوبر جي ٿڌي مني صبح هئي، نہ گرميءَ جو احساس ۽ نہ ئي گهٽي ٿڌ. موسم ڏاڍي وڻندڙ هئي، ۽ اڄ الاءِ ڇو منهنجي اندر ۾ بہ گل مهڪي رهيا هئا، مون چانهہ کي هڪدم ڪوپ ۾ اوتيو چانهہ جي مخصوص خوشبو دار ٻاڦ منهنجو منهن چمڻ لڳي، محبوب جي ساهن جهڙي ڪوساڻ، ڪيڪ کي چانهہ ۾ ٻوڙي وات ۾ وڌم تہ لذت جو منو ۽ گرم احساس سڄي وجود ۾ ڦهلجي ويو.

اسان شهري ماڻهن جي دنيائي نرالي آهي، ڪيبل نيٽ ورڪ اچڻ کان پوءِ تہ ويتر نرالي ٿي پئي آهي، رات جو دير تائين هلندڙ اسٽار پلس جي ڊرامن، اسان جي زالن کان اسان جو مڪمل ڌيان کسي ورتو آهي، انهن ڊرامن دوران يلي ڪي سيارا پاڻ ۾ ٽڪرا ئجي وڃن ۽ ڪا خوفناڪ قيامت اچي وڃي پر مجال آهي جو مايون پنهنجي جاءِ تان چُرن. رات جو جي بک گهٽي لڳي تہ پاڻ فرج مان ٻوڙ ڪڍي گرم ڪيون تہ ڪيون يا. ڊرامن جي نہ

ڪٽندڙ سلسلي جو انتظار ڪيون ۽ صبح جو بہ سوير نماز پڙهي بنا ڪنهن نيرن جي نڪري پئون. ها, باقي منجهند جي مانيءَ جو ٽفن پنهنجي پوري ٽائيم تي پهچيو وڃي.

"اي سيٺ خير تہ ڏي الله جي نالي" اوچتو فقيرياڻيءَ جي صدا تي سوچن جو سلسلو ٽٽي پيو.

"معاف ڪر". مون چيو

"اي سيٺ صبح جو ٽيم آ. خالي نہ موٽاءِ ڪجهہ تہ ڏي الله ڪندو مڪي مديني جي زيارت ڪندين", باگڙياڻيءَ پنهنجي مخصوص لهجي ۾ چيو.

"پلا بِدَاءِ گهڻو خير ڪيئي" منهنجي اندر جو شيطان جاڳي پيو.

"اي سيٺ جيڪي پنج ڏهہ روپيہ ڏي تہ وڃان. ڪو لهڻو ليکو تہ ناهي". هن چيو

"پنجن ڏهن مان ڇا ٿيندو ڪو هزار پنج سئو جي ڳالهہ ڪر"

مون چيو مانس. مان الائي ڇو هوش مان نڪرندو پئي ويس. خبر نہ آهي تہ اهو هن جي حسن جو جادو هو يا جوانيءَ پريل ادائن جو هوءَ بہ صبح جو سوير ٻار سينگار ڪري, ڪنهن وڏي قتل عام جو پروگرام جوڙي نڪتي هئي, ٻاهہ جي ڇپين جهڙا پورا ڳاڙها ڳل, ڪجل پريل نيڻ, ڇپن تي هڪ قاتل مرڪ سان گڏ ناز ۽ نخرن جا سيئي داوَ آزمائڻ لڳي,

"اي سيٺ ڏي جلدي تہ وڃان"هُن وري چيو.

"ڇانهہ پيئندينءَ؟" مون چيومانس.

"ها ڇو نہ پيئان", مون اٽي دڪان کي ٻن حصن ۾ ورهائيندڙ پردو ڇڪي ورتو, ڪوپ ۾ ڇانهہ وجهي ۽ پني ۾ ويڙهيل ڪيڪ ڪيس ڏيکاريندي پردي جي ٻويان سڏيم, هن کي ايئن اندر اچڻ جي دعوت ڏنم جيئن اڙيل گهوڙي کي جهولي ڏيکاري وٺڻ جي ڪوشش ڪبي آهي, هوءَ ٻکي ٻلي جيان پير ٻير ۾ ڏيئي, پردي جي اندر اچي ويئي, منهنجي سامهون ڪيڪ ڇانهہ ۾ ٻوڙي کائڻ لڳي, ۽ مان هن کي ايئن ڏسڻ لڳس جيئن ٻلي. ڪوئي کي ڏسندي آهي.

"هي جيڪو سيٺ تنهنجي پرسان آهي نہ جنهن جو نوٽن جي هارن جو دڪان آهي, ان نياڳي تہ آنو بہ نہ ڏنو. وري ڇوي پيو. ڪلمو پڙهي مون سان

شادي ڪر تہ سڄي عمر عيش ڪرائيندو سائين. هيڏي وڏي ڏاڙهي، مٺي جي، هٿ ۾ تسبيح، نہ شرم نہ حيا“.

هن پنهنجي ڪتا ٻڏائي ڏندو ساهہ کنيو.

”هن ويچاري ملي جو ڪهڙو ڏوهہ تون تہ فرشتن جو ايمان بہ لوڏي سگهين ٿي،“

”سيٺ پوڄن کي ڇڏينس، خير ڏي تہ مان وڃان،“

هاڻ هوءَ تڪڙ ڪرڻ لڳي،

”پلا هُن مُلي کي تہ هڻ ڍنڍ ۾، منهنجي لاءِ ڪهڙي صلاح اٿئي؟“.

”اي هي ڇا جي صلاح“

ڳالهين دوران هُن جي پشم جهڙي هٿ مٿان پنهنجو هٿ رکي ڇڪو هوس، هن ڪا گهٽي مزاحمت تہ ڪانہ ڪئي، پر هوريان هوريان پنهنجو هٿ، منهنجي هٿ مان ڇڏائي ويئي،

”مون سان شادي ڪرڻ جي باري ۾ ڪهڙي صلاح اٿئي.“

ايئن چوندي منهنجا هٿ، منهنجي وس مان نڪري ويا، ۽ مان هن سان اُها حرڪت ڪري ويٺس جنهنجو عام حالتن ۾ مان تصور بہ نہ ڪري سگهان ها. منهنجي جبري ڪوشش ڪرڻ ۽ هٿ چراند ڪرڻ تي هوءَ مچرجي اٿي پئي ۽ مون کي ڌڪو ڏيئي پوئتي هٽايائين ۽ ٿورو پوئتي هٽي گهروڙي پوندو، منهنجي منهن تي ڪنهن موچڙي وانگر وهائي ڪڍيائين. ۽ ڪمان مان تير وانگر، منهنجي دڪان مان نڪري ويئي. مون محسوس ڪيو تہ منهنجو منهن صفا تئي جي پٺيئن پاسي جهڙو ٿي ويو هو. حالا نڪ اِهو پهريون ڀيرو ٿيو هو.

پوندو منهنجي حواسن تي سوار ٿي ويهي رهيو هو.

سڄ جيئن جيئن مٿي چڙهندو ويو بازار ۾ رش وڌندي ويئي پوءِ سڄو ڏينهن ڪم هلندو رهيو نوٽن سان پنهنجي دخل جا خانا ڀريندو رهيس پر چاهڻ باوجود ڪنهن بہ گراهڪ سان مرڪي نہ سگهيس ۽ نہ ئي مان گراهڪن سان نظرون ٿي ملائي سگهيس. بس دل پئي چاهيو تہ سڄ ڪي ڪنڌ ۾ رسو وجهي هيٺ جهڪائي ڇڏيان ۽ جلديءَ ۾ رات ٿئي تہ گهر وڃان، عيد جي رش هجڻ باوجود مون جلديءَ ۾ دُڪان بند ڪري تالو پئي هينمر تہ پر واري دڪاندار سيٺ حاجي صديق هڪل ڪري پڇيو.

"ادا مجيد ڇو يلا اڄ سوير پيا وڃو خير تہ آهي."؟

"ها حاجي صاحب ٿورو طبيعت نيڪ نہ آهي، ان ڪري دڪان بند ڪيو اٿم.چڱو دعا ڪجو خدا حافظ"، مون زوريءَ موڪلايو.

گهر جي بيل تي هٿ ڄمي بيهي رهيو. گهرجي اندران بيل جو مسلسل آواز ڊنگ ڊونگ، ڊنگ ڊونگ وڄندو رهيو هڪدم درکليو بيگم جو حسين چهرو ظاهر ٿيو ۽ هن گهبرايل آواز ۾ پڇيو

"سائين خير تہ آهي اڄ صفا بيل تي چڙهي بيهي رهيا آهيو اڄ جلدي موٽي آيا آهيو خير تہ آهي نہ"

بيگم جي آواز مان هاٺي پريشاني واضح نموني سان ڇلڪي رهي هئي، ها، ها سڀ خير آهي، پريشانيءَ جي ڪا ڳالهہ ڪانہ آهي، ٿورو مٿي ۾ سور ٿي پيو هو ان ڪري جلدي هليو آيس".

"نيڪ آهي اوهان ويهو تہ مان اوهان لاءِ چانهہ ٿي ناهي اچان."

پنهنجي ڪمري ۾ اچي ٽي وي آن ڪري، پنهنجو پاڻ کي مختلف چينلن ۾ گم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، پر ايڏي ڪوشش جي باوجود بہ صبح وارو پونڊو سڄي ڏينهن جيان منهنجن حواسن تي اڃا تائين ڇانيل هو.

بيگم چانهہ جي ٽري کڻي آئي جنهن ۾ چانهہ جا ٻہ مگ رکيل هئا هڪ مگ مون کنيو ۽ ٻيو بيگم،

"اڄ الائي ڪهڙو ڏينهن هو آئون سڄو ڏينهن ڪاوڙ ۾ پئي ڪڙهي آهيان"، بيگم پنهنجي ڊيلي ڊائري شروع ڪئي.

"ڇو توسان تہ خير هو گهر ۾ آهين بہ اڪيلي تڏهن بہ وتين ٿي ڪاوڙي، ڇري ٿي پئي آهين ڇا؟". مون مُرڪندي پڇيو.

"نہ اڙي ڇري ناهيان ٿي، اڄ مون سان اهڙي ڄُٽ ٿي آهي جو ڇاپڏايانءِ ۽ مان تہ توکان سواءِ ڪنهن سان ڳالهہ بہ نہ ٿي ڪري سگهان"

منهنجي هٿ ۾ چانهہ جو مگ لڏڻ لڳو اکين جي آڏو اونداهي ڇائنجڻ لڳي،

"وري بہ ڪجهہ ٻُڌائي تہ سهي، تہ ڇا ٿيو آهي. تون تہ منهنجو ساهہ ٿي ڪڍين".

مان صفا بي صبرو ٿي پيس، نہ ڄاڻ ڇو صبح وارو منظر منهنجي

تصور ۾ قرڻ لڳو

"اڄ صبح تنهنجي وڃڻ کان ڪلاڪ ڏيڍ پوءِ اِهو واقعو پيش آيو هو." هوءَ جڏهن ٻڌائڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪري رهي هئي.

"پلا ڪجهه ٻڌاءِ ته سهي آخر ٿيو ڇا آهي" بيچيني منهنجي لهجي مان نيسارا ٿي وهڻ لڳي.

"ها. ڪلاڪ ڏيڍ ٿيو هو تنهنجي ويئي کي جو درتي ڪنهن فقير اچي صدا هنئي، مان به اٿي جو وٺو پيري درتي ڪٽي آيس. درڪوليم ته سامهون هڪ ڏنڊو مٿو فقير. وڏو ڪارو جبو پيرن تائين. مٿي تي رلين جي ٽڪرن واري لاهوتي ٽوپي پهريل. ڪاپي ڪُلهي ۾ اٽي وجهڻ واري بجڪي. ساڄي هٿ ۾ ڪتن کي هڪلڻ واري لٺ هيس. مون اٽي وارو وٽو اڳتي وڌايومانس ته هُو وٺي کي نظرانداز ڪيو مون ۾ اکيون کپايو بيٺو هو هو مون ڏانهن ايئن ڏسي رهيو هو جيئن ڪو بکيو بگهڙ پنهنجي شڪار کي ڏسندو آهي. جيئن ڪو ٻلو ڪوئي کي ڏسندو آهي."

۽ هاڻي مان ڪجهه به نه ٻڌي رهيو هوس. هوءَ مسلسل ڳالهائي رهي هئي. مون کي ايئن پاسي رهيو هو جڏهن صبح واري فقيرياڻي اچا تائين پونڊو ٽنگيو بيٺي هئي.

# ٻارهيون اکيون

شڪاري ڪرسيءَ تي ويٺل هو سڄو حال ڪتن سان ڀريل هو سيئي ڪتا پڇ لوڏي رهيا هئا. سڀ ڪتا ڏاڍا خوش نظر اچي رهيا هئا. شڪاري اُٿيو ڪتن ڏانهن وڌيو. ڪتا شڪاريءَ ڪي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي، پوئين پرگيسيون ڏيندا گسڪندا پوئتي هٽڻ لڳا. شڪاريءَ جي وک توريل تڪيل هئي. ڪجهه وقت کان پوءِ هو ڪتن جي وچ ۾ بيٺل هو سيئي ڪتا ادب ۾ اٿي بيهي رهيا. سڀ ڪتا هن جي لانگ بوٽن کي چٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ڪتا هڪٻئي جي مٿان چڙهڻ لڳا. هڪٻئي کي لتاڙڻ لڳا. ڪتا هڪٻئي کان گوءِ کٽڻ جي ريس ۾ هڪٻئي مٿان چڙهيو تي چڙهيا. هڪٻئي مٿان چڙهڻ ڪري هڪ ڍڳ ٺهي ويو. شڪاريءَ کي هاڻ يئو ٿيو تہ ڪتي ڪتا چاپلوسي ڪندي بوٽ چٽيندي، چٽنيدي سندس وردي نہ خراب ڪري وجهن. هلڪين لتن سان ڪتن کي ٿيلهڻ لڳو ڪو بہ ڪتو نہ پونڪيو بلڪ خوشامد واري مٺي لهجي ۾ ڪئون ڪئون ڪرڻ لڳا. شڪاري ڪتن مان نڪري وري ڪرسي ڏانهن موٽڻ لڳو. ڪجهه ڪتا هن کي پروٽوڪول ڏيڻ خاطر هن سان ڪرسيءَ تائين گڏيا آيا. شڪاري ڪرسيءَ تي ويٺو تہ ڪتا بہ واپس پنهنجي شان مطابق پنهنجي پائرن سان پنهنجين پنهنجين جاين تي وڃي ويهي رهيا. ويهڻ کان پوءِ ڪتن جا پڇ تڪڙا تڪڙا لڏي رهيا هئا. شڪاري سامهون ميزتي رکيل رموٽ بيل وڄايو. رنگين شيشي واري در جو هڪ تاڪ هڪدم اندر ڏانهن کليو.

”جي سر“ هڪ ڪلين شيو حسين قدآور باوردي نوجوان سليوٽ ڪري پڇيو.

"رفيق صاحب کي چئو تہ فائل سوڌو اچي".

باوردي نوجوان واپسي جو سليوٽ ڪيو ۽ واپس ٺڪ ٺڪ ڪندو هليو ويو. ڪجهہ منٽن ۾ دربيهر ڪليو هڪ باوردي اڌڙوٽ همراهہ اندر آيو ۽ سليوٽ ڪيو. اڄ شڪاري ۽ ڪتن جي وچ ۾ تعارفي مٽينگ هئي، شڪاري ويٺي ئي ساڄو هٿ مٿي ڪري سليوٽ جو جواب ڏنو ۽ پرواري ڪرسيءَ تي ويهڻ جو هٿ سان اشارو ڪيائين. پنهين جي وردي ۾ لانگ بوٽ چمڪي رهيا هئا، فرش تي ڪروڙن جا قالين ۽ در درين تي لڪين ريين وارا قيمتي پردا ٽنگيل هئا.

"رفيق هي ڪتان جا ڪتا آهن" شڪاري ڪتن ڏانهن اشارو ڪندي پڇيو

"سر هي سڀ پنهنجي تر جا ئي ڪتا آهن"

رفيق جيڪو شڪاري جو پرسنل سيڪريٽري هو. ڪتن ڏانهن هڪ اعتماد واري نهار وجهندي چيو

"رفيق لڳيم ٿو هي ڪي لوسي نسل جا ڪتا آهن، هي تہ ڀونڪن ئي نٿا" شڪاريءَ چيو

"سر اوهان جي ڳالهہ بلڪل درست آهي، بلڪل لوسي ڪتا آهن پر رڳو اسان جي لاءِ هونءَ هي ڀو نڪندا بہ آهن ڏاڙهيندا بہ آهن. رت بہ پئيند آهن، ماس بہ پٽيند آهن، پر پنهنجن جو يا، وري جنهن لاءِ اسان چاهيون، پوءِ انهن جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندا آهن. سر هنن جي خاص خوبي اِها آهي، تہ پنهنجن جا ويري آهن، پنهنجي تي نظر پيين، جڻ دشمن تي نظر پيين."

رفيق تفصيلي جواب ڏنو رفيق هنن ڪتن جي خاصتين مان ڏاڍو خوش ۽ مطمعن نظر اچي رهيو هو.

"رفيق هنن کي ٿورو ڀونڪاءِ تہ سهي،مان ٿورو هنن جي ڀونڪڻ مان هنن جي نيتن ۾ ارادن جو اندازو تہ لڳايان." شڪاري فرمائش ڪندي چيو.

"سر! هي اوهان تي، منهنجو مطلب آهي تہ پنهنجي مالڪن تي ڪڏهن بہ نہ ڀونڪندا آهن، هي اسان جا سٺ، ستر سالن کان آزمايل ڪتا آهن. پرڪي تہ اڃا ان کان بہ پراڻا نسل درنسل اسان جا وفادار رهيا آهن.

هنن اسان کي ڪڏهن بہ مايوس نہ ڪيو آهي“. رفيق شڪاري کي مطمعن ڪندي چيو.

”پلا هنن کان وڌيڪ خوبين وارا ڪتا ناهن ڇا؟“ شڪاري بيچين ٿيندي پڇيو.

”نہ سر اڄ ڪلهہ مارڪيٽ ۾ مال اچي ٿي اهڙو ٿو پرهي بہ ڪنهن کان گهٽ نہ آهن. وڏا، خوانخوار ۽ وحشي آهن. هي رڳو اوهان جي آڏو ڇَپ هنيو اشراف لڳا ويٺا آهن. نہ تہ سڄي دنيا ۾ هنن جهڙو بيغيرت ۽ پنهنجن جو ويري نسل ڪٿي بہ نہ ملندو هنن پڙون اسان جي اشاري تي، پنهنجي معصومن ۽ گگدامن جا نسل تباهہ ۽ ويڙها ويران ڪري ڏيکاريا آهن. هنن ٿورڙن ڪميڻ جي ڪري، اسان گهٽن تي ڪنٽرول ڪيو ويٺا آهيون. گهٽي لوڏ جي بڪ بڪ ۽ اجايون سجايون ڳالهيون مڃڻ کان بهتر آهي، تہ هنن ”چند ڪتن“ کي ٿورو مال کارائي پنهنجا مسئلا هتي ويٺي پيا حل ڪريون. هڪڙن ڪتن مان رڍون ۽ ٻڪريون تنگ ٿي پونديون آهن، تہ اسان وري نوان ڪتا ميدان ۾ لاهيندا آهيون، ڇهرن جي تبديليءَ کي اِهي رڍون ۽ ٻڪريون وڏو انقلاب سمجهي جهمريون هڻنديون آهن. وري جڏهن انهن ڪتن مان بہ بيزار ٿينديون آهن تہ وري نئون ڪتو ڪڏهن ڪڏهن تہ سال ۾ ٿي، ٿي ڪتا بہ بدلائيندا آهيون، ۽ سر، هي ڪتا قومي خزاني تي گهٽو بار بہ نہ آهن، ۽ جڏهن ڪي ڪتا ڪم جا نہ رهندا آهن، تڏهن ڪن کي زهر، ڪن کي گولي، ڪن سان لتن مڪن ۽ ڦاهيءَ واري راند بہ کيڏندا آهيون، ڪن کي سيڪٽ ڏيڻ لاءِ پري ڪيڏي ڇڏيندا آهيون. وري ڪم پوڻ تي واپس گهرائي بہ وٺندا آهيون“. رفيق تفصيل سان ٻڌائيندي چيو.

”رفيق منهنجو خيال آهي، هاڻي هنن کي ڪنهن مينار جي آڏو بيهاري، گولي سان اڏائي ڇڏ جيءَ هاڻي وري نون ڪتن کي موقعو ڏجي“.

اها ڳالهہ ٻڌي ڪتن جا دوڏا، ٻاهر نڪري آيا، زبانون هيٺ ڦالين ٿائين لڙڪي پيون ۽ پُڇَ تيزيءَ سان لڏڻ شروع ٿي ويا.

”نہ سر نہ هي اڃا وڏي ڪم جا ڪتا آهن، ۽ هنن جو اسان ڪانسواءِ ٻيو ڪو سهارو بہ نہ آهي، هي مرندي مري ويندا، پر پنهنجون وفاداريون اسان

سان ئي رکندا، هي اج جيڪي ڪجهه بہ آهن، اسان جي ڪرم نوازيءَ جي ڪري ئي آهن، اسان هٿ ڪيڏنداسين تہ بچ، بچ ٿي ويندا. ۽ هنن جي، پنهنجن وٽ اُها اڳوڻي لئي ۽ دٻديو بہ نہ رهيو آهي، هي اسان جي پيرن ڪان ڪڏهن بہ پري نہ ٿيندا.“

”رفيق پلا هاڻ شينهن هن تر ۾ نظر نٿا اچن ڇو“؟ شڪاري پڇيو.

”سر شنيهن ۽ هنج هوڻ بہ ٿورائي هوندا آهن، باقي ڪانو ۽ ڪتا عام جام هوندا آهن“.

”هن تر ۾ اڳ ۾ شينهن جو تعداد چڱو خاصو هو پوءِ ڪي شينهن هي تر ڇڏي هليا ويا، ڪي قيد ڪيا ويا ڪي سرڪس ۾ ڪرتب ڏيکارڻ جي ڪم اچڻ لڳا. ۽ هڪڙو شينهن تہ اهڙو بہ هو. جيڪو ڪنهن جي چوڻ آکڻ ۾ نہ پيو اچي، پنهنجي جهنگن، دنگن ۽ ننگن جي آزادي سان گهمڻ جا خواب ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ لڳو هو. پوءِ انهيءَ کي سڄي عمر پڃري ۾ بند رکيوسين، تان جو دم بہ پڃري ۾ پرواز ڪري ويو هوس“، رفيق اعتماد سان شڪاريءَ کي بريف ڪندي چيو.

”پر رفيق چوندا آهن تہ شينهن جا ٻچا بہ شينهن ٿيندا آهن.“

”سربلڪل صحيح ٿا چئو. آهن تہ اُهي بہ شينهن پرهنن ۾ ڪجهہ ڪمزوريون آهن، هڪڙو تہ لوسي ڪتن جي صحبت ۾ رهي هو بہ پنهنجي دفاعي جبلت وڃائي ويٺا آهن ۽ هنن جون اکيون بہ وڏين گاڏين جي هيڊ لائٽن تي پورجيو وڃن ۽ ڦٽاڪن جي آواز تي بہ ڇُرن ۾ لڪي ٿا وڃن، ايئن سمجهو تہ هو بہ بس رڳو ڏسڻ جائي شينهن آهن“

رفيق شينهن بابت تفصيل سان ڳالهائيندي چيو. ”رفيق پوءِ اِهي بہ شينهن تہ نہ چئبا.“ شڪاريءَ وراڻيو.

”سر معاف ڪجو شينهن جو هن تر ۾ قدر بہ ڪونهين، هن تر جا ماڻهو سدائين ڪتا ويڙهائيندا آهن ۽ ڪتن وانگر پاڻ ۾ پيا وڙهندا آهن.“ رفيق جواب ڏنو.

”پلا رفيق جيڪڏهن اسان شنيهن پالڻ چاهيون تہ پوءِ“

”سر، شينهن هاڻ جبلن ۽ غارن ڏانهن منهن ڪيو آهي، اُهي هاڻ اسان

سان گڏجي رهڻ نٿا چاهين،اُهي شايد هاڻ اسان کي سمجهي ويا آهن تہ اسان جو لالچ ۽ قبضي کان سواءِ ڪو بہ دين ڌرم نہ آهي“.

”پلا جبلن ۾ ڪتا آهن،“ شڪاري پڇيو.

”سر، شينهن چونبدي چونبدي ۽ ڳولي ڳولي، ڪتا جبلن ۾ ماري ڇڏيا، ٻيا ڪتا خوف مان جبل ڇڏي ڀڄي ويا. هاڻ جبلن ۾ گهٽو ڪري ڪتا نٿا رهن، ها، باقي ڪجهہ شينهن ۽ اُنهن جا ٻچا وڃي بچيا آهن. جن هاڻ ليڪو ڪيڏي ڇڏيو آهي، اُهي هاڻ جبلن تي ڪنهن کي بہ اچڻ نٿا ڏين“ رفيق ٻڌايو.

”پوءِ هي ڪتا ڪڏهن ڪم ايندا.؟“

”سر! شينهن جو شڪار ڪتن سان نہ بلڪ بندوق سان ڪبو آهي، پر هاڻ مشڪل اِها آهي، جو شينهَن بہ بندوق کٽي ورتي آهي،“ رفيق چيو.

”رفيق هي جيڪو سيني ۾ تلهو ڳاڙهين اکين وارو بلڊاگ ڪتو آهي، اِنهي جون ڳاڙهيون اکيون ڏاڍيون پيائتيون آهن. اهو ڪيڏي مهل بہ اسان کي کائي سگهي ٿو“. شڪاريءَ بلڊاگ جي ڳاڙهين اکين کان ڊڄندي چيو.

”نہ سر اهو تہ صفا لوسي آهي، جنو تہ هينئر ٿي امتحان ونئونس. اِهي ڳاڙهيو اکيون رڳو پنهنجن جو رت سُڪائڻ لاءِ اٿس،“ رفيق چيو.

”پلا ونيس امتحان تہ ڏسئونس“، شڪاريءَ خوش ٿيندي چيو.

رفيق پنهنجو لانگ بوٽ لاٿو هٿ ۾ جهلي، توري تڪي پوريءَ طاقت سان بلڊاگ کي بوٽ وارو وهائي ڪڍيو لانگ بوٽ ڪتي کي اهڙو زور سان لڳو جو ڪتو لانگ بوٽ سان گڏ تيلهجي وڃي ڪريو ايڏو زوردار ڌڪ لڳڻ کان پوءِ بہ ڪتي ڪوڪٽ بہ ٻاهر نہ ڪڍيو بلڊاگ ڪرڻ کان پوءِ پاڻ سنڀالي اٿيو. ڪجهہ سيڪنڊن تائين پنهنجا ڪن چنبڙيندو رهيو ڪن چنبڙي لانگ بوٽ کي ويجهو آيو بوٽ چڪ ۾ ڪري آهستي آهستي ڪنڌ هيٺ ڪري رفيق جي پيرن ۾ رکيائين ۽ بلڊاگ رفيق جي پيرن ۾ ليٽڙيون پائڻ لڳو ۽ پنهنجون ڳاڙهيون اکيون کٽي ٻنهين ڌانهن نهارڻ لڳو جيڪي هن کي ساڳي مرڪ سان نهاري رهيا هئا.

❑

# واٽر وار

پنهل سيني ڳوٺاڻن سان درياهه جي بچاءَ بند تي بيٺل هو. سوين ڳوٺن جي ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿي پيو هو. پاڻيءَ جو چاڙهه تيزيءَ سان وڌندو پئي ويو. هزارن جي تعداد ۾ ڳوٺاڻا بچاءُ بند تي پهتل هئا. ڪوڏرن جا زبڪا لڳا پيا هئا. هڪڙا هٿ ڪوڏرن مان نڪتا پئي ته ٻيا پيا پئي. وريام خان به بند تي موجود هو. وريام خان هڪ پڙهيو ڳڙهيو ساجاهه وند، سلجهيل ۽ وطن دوست زميندار هو اڄ جڏهن سڀ چونديل عوامي نمائينده ڪوئن وانگر ٻرن ۾ لڪي ويا هئا ته وريام خان جهڙا ڪوڙ سارا غيرت مند راڄن جا چڱا مڙس پنهنجي مدد پاڻ تحت ميدان ۾ نڪري پيا هئا. بند تي نظر ڪئي پئي. پر ماڻهو نٿي ڪٿا. هر ماڻهو همت جو ڀرپور مظاهرو ڪري رهيو هو وريام خان ته پنهنجي ٽريڪٽر ٽرالين، هارين نارين سوڌو بند تي موجود هو ڪافي انگ ۾ هٿياربند ماڻهو به نظر آيا پئي، جن کي وريام جو سختيءَ سان چيل هو ته.

”ڪو به ماڻهو بند کي ڪٽ هڻندي نظر اچي ته آنڌا ڪيڍي ڇڏجوس، پلي ڪو ورديءَ وارو ڇو نه هجي“.

هڪڙن ٽريڪٽرن زمين مان مِٽي پٽي پئي ته ٻين ٽريڪٽرن مٽي ڍڪي بند تي چاڙهي پئي. ڪاوڙ ۽ ڏک جي فضا ڇانيل هئي. اڪثر ڪم وارن جوانن جون قميصون لٽل هيون. بند کي تمام گهڻو ويڪرو ڪيو ويو هيو پلاسٽڪ جا وڏا ڪٽا پري بنياد ۾ لڳايا پئي ويا. بند جي مٿان ڪٽي ڪٽي پلال وڇايل هيو ۽ پلال مٿان تڏيون، تونريون ۽ رليون به وڇايل هيون. هنن کان ٿورو سڌ پنڌ تي قانون نافذ ڪندڙ ادارن جون ڪيمپون به لڳل هيون. اُهي ماڻهن کي بند تان لهي وڃڻ ۽ گهرن ڏانهن موٽي وڃڻ جو چئي

رهيا هئا، بند تي بيٺل ڪنهن بہ ماڻهوءَ هَنن جي ڳالهہ تي ڌيان ئي نہ ڏنو بند تي جهڙو ميڙو متل هجي، بند تي ڪمر سان گڏ ڪچهريون بہ شروع هيون. بند تي ڪامريڊ پنهل سان گڏ تر جا جوان، ٻڍا، ٻار بہ شامل هئا. وريام خان بہ هنن جي ڪچهري ۾ شامل هو پر ڪچهري ۾ ڪامريڊ پنهل پنهنجن روشن ۽ اُجرن خيالن جي ڪري سيني ۾ منفرد ۽ نمايان هو ڪم وارن جوانن پاڻيءَ جو چاڙهہ ڏسي، پنهنجا شهپر پٽي وٺيا جڻ چاڙهہ کي چيلنج ڪندا هجن.

"پائرو هي ٻوڏ نہ آهي هي آبي جنگ آهي، جيڪا دشمن اسان تي اوچتو زوريءَ مڙهي آهي، جڏهن دشمن توپن ۽ ٽينڪن سان سنڌ فتح نہ ڪري سگهيو تہ هاڻي هن پاڻيءَ کي هٿيار بنايو آهي. ڪو دور هو جڏهن سنڌ تي مهاراجا ڏاهر جي امن پسند حڪومت هئي، تڏهن بہ بدنام زمانا لٽيري بن قاسم تلوار ۽ تسبيح کي هٿيار بنايو هو پر اسان هنن جي هر سازش کي ناڪام بنايو ۽ هاڻي اسان هن جنگ کي بہ ناڪام بڻائيندا سين.

"ڪامريڊ پنهل ڏک ۽ ڪاوڙ مان ڳالهائي رهيو هو ڳالهائڻ مهل هن جو منهن تتل تامي جهڙو ٿي پيو هو.

"ڳالهہ دشمن جي حملي جي نہ آهي، پر ڏک پنهنجن غدار وڏيرن، پيرن ۽ ميرن جو آهي. جو اُهي اڄ بہ هميشہ وانگر دشمن سان گڏ بيٺل آهن".

"بس، ادا اهائي ڳالهہ تہ ماري ٿي تہ اسان کي منهن ۾ پنهنجا ڏنا ويا آهن" چاچي سليمان وچ ۾ ڳالهايو.

"ها، چاچا سليمان صحيح ٿو چوين اصل لک جي ڳالهہ ڪئي اٿئي، هُنن سدائين اِهي ڪُڌا ڪم اسانجي پنهنجن کان ئي ڪرايا آهن، سدائين اسان جي پنهنجن جي ڪلهي تي بندوق رکي اسان کي ماريو ويو آهي". ڪامريڊ پنهل، چاچا سليمان جي ڳالهہ جو جواب ڏنو.

"پر چاچا سليمان هاڻ گهڻو ٿيو هاڻي اسان سڀ قرض وياج سوڌو لاهي ڇڏيا آهن، هاڻ اسان ڪنهن بہ بگهڙ کي پنهنجو ماس پٽڻ نہ ڏيندا سين" وريام خان سخت ڪاوڙيل انداز ۾ ڳالهايو.

"پائو وريام هي تہ دشمنن کان بہ چڙهي ويا"، حاجي يعقوب ڳالهايو.

"بابا دشمني جي ڪا ڳالهه آهي، اِهي سڀ جا سڀ ڪارڙا تتر آتو هو ڪيئن چوندا آهن تہ ماڇن جو ڪتو سوئر جو همراهہ. انهن غدارن جي ڪري تہ اسان جا هي حال ٿيا آهن. هنن سدائين حرام جي هڏيءَ لاءِ انهن گگدام سادن سچن ماڻهن توڙي وسيلن جا سودا ڪيا آهن".

"ادا، مَلوڪ! هنن کان تہ ٻروچن کي شابس هجي، هڪڙي پوڙهي جي تذليل تي تہ سيني غيرت ۾ اچي اقتدار واري ڪرسي کي ٺُڪَ هڻي ڇڏي.

"پر سائين وريام اسان وارن تہ حد ڪري ڇڏي، سنڌراڻي جي خون جو سودو ڪري ويهي رهيا. مڙس جي کپي کپي پئي پئي، صفا ٻڏڻ جهڙو ڪري ڇڏيائين قوم کي"

ڪامريڊ پنهل رئيس وريام خان کي مخاطب ٿيندي چيو.

"ها، ڪامريڊ اهڙي تذليل تي حڪومتون نہ متائبيون آهن، پر جاگرافيون ۽ نقشا متائبا آهن."

"پر رئيس قوم تہ پنهنجو فيصلو شهيد راڻيءَ کي لحد ۾ لاهڻ مهل ٻڌائي ڇڏيو هو."

"ديس جو هر ماڻهو نہ کپي، نہ کپي جا نعرا هڻي رهيو هو قومن جي فيصلي جي آڏو فردن جي فيصلي جي ڪهڙي اهميت آهي.

"پر بابا قوم تہ ڪري بہ ڏيکاريو تي ڏينهن هي ديس ملڪ کان ڪٽي ڌار ڪري ڏيکاريائون، اهڙي ڪاوڙ جو هر شئي کي باهہ جي شعلي ۾ بدلائي ڇڏيائون، روڊ رستا ويران، ريلون بند، هوائي سفر بند رڳو هر پاسي باهہ ئي باهہ هئي، ماڻهن جي اندر جي باهہ جيئن پڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪري آئي هئي"

"ها، سائين ها، برابر"

ايئن چئي ڪچهري تي ڪا دير ماٺ جي موسم ڇا ئنجي ويئي، پريان ڪجهہ همراهہ چانهہ جون وڏيون ڪٽليون پرائي ڪٽي آيا. ڪجهہ همراهن جي هٿن ۾ وڏيون بالٽيون هيون، جن ۾ پيالا ۽ ٿڌو پاڻي بہ هو چانهہ جو دؤر شروع ٿي ويو.

"ماستر، ڏسين پيو نہ پاڻ واري سرڪار جا ڪم. ڪيئن نہ توڙي بند

وٽان هٽرادو ڪٽ ڏياري، ڪروڙين ماڻهن کي تباهہ ۽ برباد ڪري سک سان سمهي رهي آ".

"ها، رئيس ڏسئون پيا، رئيس ياد اٿئي ايڪهتر ۽ ٻاهتر واريون ٻوڏون، پنهنجي صاحب واري دور واريون. پٽي صاحب پاڻ هيلي ڪاپٽر تي چڙهي، سڄي درياهہ جو معائنو ڪيو هو. ۽ علي واهڻ بند وٽان ڪٽ ڏياريو هو جتان پوءِ ٻوڏ جو گهڻو تڻو پاڻي ٿر جي ريگستان ۾ ۽ ٿر جي اونهين کاهين ۽ ڪُنن ۾ لڪين ڪيو سڪ پاڻي جذب ٿي ويو هو".

"ها، ادا، ماستر مون کي چڱي طرح ياد آهي، تہ اُنهن ڏينهن ۾ ايريگشين جا وزير، سيڪريٽري، انجنيئر داروغن سوڌو درياهہ جي بندن تي سمهندا هئا. تيسيتائين درياهہ تي هئا. جيسيتائين ٻوڏ جو خطرو مڪمل ٽري نہ ويو هو"

"پر، ادا ماستر هن ڀيري تہ سڄو ڪم هٿ جو ٿيل آهي، قدرتي ڪٽ ڇڏي، هٽرادو ڪٽ ڏياري، لکين ماڻهو پنهنجي ٻچن ۽ مال متاع سوڌو دربدر ڪري ڇڏيائون. ڪچهري ۾ واري واري سان سيني پٽي ڳالهايو. ماڻهن جو اندر وڍيل هئو."

ها، پائو هاڻ تہ پاڻي جو سمنڊ اٿلي پيو آهي، گهر توڙي فصل هر شئي پاڻيءَ ۾ غرق ٿي ويئي آهي، اڃا بہ پيا شهر توڙي ٻهراڙيون وڃي ٿو ٻوڙيندو".

"ابا، هي پوليس وارا بہ آيا آهن، اسان جي مدد لاءِ انهن کي بہ چانهہ پيئاريو".

"ها، ها، رئيس اچو تہ اِهي بہ اسان جا پائر آهن."

"رئيس پوليس وارن ڳالهہ پئي ڪئي تہ شهر ڏانهن ويندڙ رستا نيشنل هاءِ وي توڙي سپر هاءِ وي دادو مورو پل کان وٺي ڪراچي ويندڙ سڀ رستا هزارين ماڻهن جي ڀيرين پيادل قافلن ۽ مال جي ڌڻن سان، پريل هئا، چون ٿا تہ هي تاريخ جي سڀ کان وڏي لڏ پلاڻ آهي."

"ها، ماستر، چون ٿا تہ ڪروڙين ماڻهو دربدر ٿيا آهن، توبهن ابا چون ٿا تہ اهو بہ رب سائين جو ڏمر آ.

"ها، ادا، اسان جا پنهنجا اعمال خراب آهن."

هڪڙي جهوني ڪان دانهن نڪري ويئي ۽ ٻيا جهونا بہ پنهنجي ڪنن جي پاپڙين کي هٿ لاءِ توبهن ڪرڻ لڳا.

”چاچا هي ڪو بہ قدرتي ڏمر ڪونهي، پر اسان کي ٻوڙي مارڻ جي سازش ٿي آهي. تہ جيئن اسان پنهنجي ڌرتيءَ جي مالڪيءَ جي دعويٰ تان هٿ کڻون. سنڌ ۾ گڊو بيراج کان وٺي ڪوٽڙي بيراج تائين درياھ جا دروازا هيٺ ڪري سمنڊ ۾ پاڻي چوڙ ڪرڻ کان روڪيو ويو. منڇر ڍنڍ کي بہ ٽنڻ تائين خالي نہ ڪيو ويو ۽ هو چشما جهلم لنڪ ڪئنال جيڪو بنيادي طور تي آهي ئي فلڊ ڪئنال جيڪو ناهيوئي ٻوڏ لاءِ ويو هو اهو ڪئنال بہ ٻوڏ مهل بند ڪيو ويو هو هونءَ ٻارهو ئي پيو وهي، چاچا ولي محمد هاڻيءِ انهي ۾ قدرت جو ڪهڙو ڏوھ“. ڪامريڊ پنهل ڄڻ دليل سان قدرت جو دفعا ڪندو هجي. ”پر ڪامريڊ ايترو پاڻي آيو ڪٿان، مينهن تہ ايترا وسيائي ڪونهن“ ؟ چاچا سوڍا، تو ڏاڍي اهم ڳالھ پڇي آهي. دراصل سائنس تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي. هاڻ جديد ٽيڪنالا جي، جي ذريعي فضا ۾ ڪٿي بہ هترادو مصنوعي طريقي سان هوا جو داٻ (vacume) پيدا ڪري برسات وسائي سگهجي ٿي ۽ جديد ڪيمڪلز جي وسيلي برف جا وڏا (گليشئر) پهاڙ جبل رجائي پاڻي ۾ تبديل ڪري پاڻيءَ جي پورت ڪري سگهجي ٿي. پر سامراجي سوچ رکندڙ ملڪ، هن جديد ٽيڪنالاجيءَ کي مظلوم ۽ محڪوم قومن لاءِ هٿيار طور استعمال ڪري رهي آهي.“

”مار ابا وڏي ڳالھ آهي، ايڏو وڏو ظلم ۽ قهر. ابا شڪر آهي رب جو جو اسان وٽ پنهل ۽ دريا خان جهڙا پڙهيل ڳڙهيل ڪامريڊ آهن. نہ تہ ڪير اسان کي هيڏي چالاڪ دشمن جون چالون سمجهائي ها. چاچي سوڍل حيران ٿيندي چيو بچاءَ بند تي جيئن جيئن پاڻي جو چاڙھ وڌندو پئي ويو تيئن تيئن قانون نافذ ڪندڙ ادارن جو انگ بہ وڌندو ٿي ويو. پر اُنهن جي اچڻ کان اڳ ئي ڌرتيءَ جا ڌڻي پنهنجي بندن جي حفاظت لاءِ موجود هئا. قانون جي رکوالن، پهچڻ سان ڳوناڻن کي ڏاڍي نفرت ۽ حقارت ڀريل روين سان، بند تان زوريءَ هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪٿان ڪٿان ڌڪا ڌيئي ماڻهو بند تان ڀڄايا ويا. پر ڪافي ۽ گهڻين جاين تي ڳوٺن جا ارڏا پٽ، سينا تاڻي ۽ اکيون

اکين ۾ وجهي بند خالي ڪرڻ کان ڪُتو جواب ڏئي بيٺا. ۽ خيما کوڙي ڏينهن رات بندن جي حفاظت ڪرڻ لڳا. پوءِ جن جاين تان ڳوناٺا بند خالي ڪري هليا ويا هئا، اُتي بند مضبوط هجڻ باوجود بہ بندن کي گهارا پئجي ويا هئا. پر جتان ،جتان ڳوٺن جا رکوالا، ڌرتيءَ جا ڌڻي مهاڏو اٽڪائي بندن تي بيهي رهيا هئا، اُتي بند ڪمزور هجڻ باوجود بہ گهارا پئجي نہ سگهيا هئا. ڪافي هنڌن تي بندن کي روڙيون پيون هيون. پر اُتي باهمت جوانن ڪوڏرن سان اهڙا لپا هنيا، جو بندن تي بيٺل رکوالا. مايوس ۽ شرمسار تي ڪيمپون پٽڻ لڳا. نوجوان متيءَ جا، پاچڪا، پريندا، بندن کي مضبوط ڪندا رهيا.

ڪامريڊ پنهل، دريا خان، ۽ رئيس وريام مرڪندي سيني ڳوناٺن جي وچ ۾ سرڪاري رکوالن کي ڪيمپون پٽيندي ڏسندا رهيا. ڪجهہ نوجوان شهپر وٽي ٻانهون لوڏي بندن تي هلي رهيا هئا. قانون جي رکوالن جي منهن تي عجيب شڪست جا آثار هئا. ۽ ڌرتيءَ ڌڻين جي مُنهن تي هڪ عظيم فاتحانا مرڪ هئي.

❑

# پيرو

ڪتا ۽ ماڻهو ڪچن پيچرن تان ڊوڙ اڏائيندا اڳتي ڊوڪيندا پئي ويا. ڪتن جي منزل جي ڪنهن کي خبر نہ هئي. گهڻو ڪري ڪتا ماڻهن پويان لڳندا آهن. پر هتي قصو ان جي صفا اُبتڙ هو. ماڻهن جو هڪ انبوهہ ڪتن جي پويان هو. هي ڪو عام رولو ڪتا نہ هئا پر هي جا سوس پيري ڪتا هئا. هنن جو ڪم چورن جو پيرو کڻي چورن تائين پهچڻ هو ڪتن ۾ هونءَ بہ سنگهڻ واري حس تيز هوندي آهي. هنن ڪتن کي خاص ٽريننگ ڏيئي تيار ڪيو ويو هو. هي ڪتا پيرن جا نشان سنگهي چورن تائين پهچي سگهندا هئا. هي بہ ڪتا هئا هڪ اڇي رنگ جو ۽ ٻيو ڪاري رنگ جو. ماڻهن جي انبوهہ مان ٻُڌ، ٻُڌ جا آواز اچي رهيا هئا. "ڏسجان ڪتا هلي عارب جي ڳوٺ ۾ ٽاڪوڙو وجهندا" تر. جا سڀ ڏوهاري ماڻهن جي گمان ۾ اچڻ لڳا. سامهون واري ڳوٺ مان اوچتو ڪتن جي ڀونڪڻ. ڪتن کي ٽورو منجهائي وڌو هو پر ڳوٺ وارا ڪتا ڀونڪي، ڀونڪي، اُتي ئي ٻيچ پولهہ هيٺان ڪري ويهي رهيا. ڪتا اڳيان اڳيان هلندا رهيا. ڪجهہ ماڻهو ٿڪجي ماڻهن جي ميڙ مان ڌار ٿيندا رهيا. ۽ ڪجهہ شامل ٿيندا رهيا. ماڻهن جي انبوهہ ۾ ڪافي تعداد ۾ ٻار بہ شامل هئا.

چوريءَ جي ڳالهہ صبح ساڻ سڄي ڳوٺ ۾ جهنگ جي باهہ جيان ڦهلجي چڪي هئي. ماستر لقمان جي گهر کي ڪاٽ لڳو هو. چور سندس آلهہ تلهہ ٻُهاري ويا هئا. گهر جي پوئين پاسي کان وڏو ٻانيي ڦاٽو پيو هو ماستر جي اڪ ڪتن جي اويلي ٻانهڻ تي کُلي هئي. پر تسيتائين ڏاڍي دير ٿي چڪي هئي. ماستر هڪدم ڳوٺ جي چڱي مڙس لونگ خان کي هڪل ڪئي. لونگ خان بہ هڪدم دونالي بندوق سوڌو ماستر لقمان جي هڪل

تي ٻاهر نڪري آيو ڪجهه دير ۾ سڄو ڳوٺ اچي مڙيو سڄو ڳوٺ ماستر جي ڏاڍي عزت ڪندو هو ۽ ماستر پاڻ به ڏاڍو معتبر ماڻهو هو. هي سڄي ڳوٺ جي ٻارن کي ڏاڍي پيار ۽ پابوهه سان پڙهائيندو هو. ماستر سدائين ذات پات ۽ مذهبي مت ڀيد کان مٿاهون ٿي ٻارن کي پڙهائيندو هو.

ڪتن جي رفتار به چڱي خاصي هئي، تمام تيز نه تمام آهستي پر ڪتي ڪتي هو سيني کان اڳيرو نڪري ٿي ويا. خلق کي به عجيب رونشو لڳلل هو. ڪتا قد جا ٻندرا. پر سگها متارا هئا. هاڻ ڪتا جتي گهاٽو چانورو ڏسن پيا، اُتي ڪجهه دير ساهي کڻن پيا. ڪجهه دير ترسائي مالڪ پنهنجن ڪتن کي وري نئين سر مٿي سنگهائي، وري سفر تي روانو پيا ڪن. ڪتن جي ڳچين ۾ خوبصورت رنگين پٽا. پٽن ۾ ننيڙا گول لوهي ڪڙا. ڪڙن ۾ ڪاري رنگ جا سنها سُٽ جا رسا پيل هئا. ڪتن جا مالڪ ڪتن جي مرضيءَ سان ڪيڏي مهل آهستي ته ڪيڏي مهل تکڙا هلي رهيا هئا. ڪيترائي ڳوٺ پوئتي رهجي ويا. ڪتا. سڪل نوٽ ٻنيون ۽ سُڪل شاخون ٽپندا هلندا رهيا. ماڻهن جي زبانن تان ڪيترن ئي چورن جا نالا چڙهندا ۽ لهندا رهيا ماڻهن جون زبانون آلي مٽيءَ ۾ هَرن جيان هلي رهيون هيون. ماستر، سڀ کان پهريان ٿاڻي تي به ويو هو.

ٿاڻي تي وڏي رش هئي، پر واري ڳوٺ مان گهوٽ ۽ هُنَ جي پيءُ کي ٻڌي آيا هئا. ۽ ديگون به کڻائي آيا هئا. هنن حڪومت جي پٽن ۾ ون ٻش واري حڪم جي ڀڃڪڙي ڪئي هئي، ماستر ٿاڻي تي پهتو ته ڇا ڏسي ته وڏي منشي جي هٿ ۾ ڪڪڙ جو پيس هو جنهن کي هو بي درديءَ سان پٽي رهيو هو ۽ هن جي سامهون ڪجهه خالي ٻشر جا ڏونگها ۽ هڏن جو دير پيل هو جن تي، وڏو منشي ۽ ٿاڻي جا ٻيا عملدار هٿ صاف ڪري چڪا هئا. ڪجهه دير کان پوءِ وڏي منشي به ٿي وڏيون اوگرايون ڏيئي آڱرين سان ڏندن ۾ ڦاٿل گوشت جون تندون ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ جڏهن ڏسڻ وائسڻ جهڙو ٿيو ته. ماستر کي سڄاتائين ۽ حال احوال ونڻ کان پوءِ پوليس جو پراڻو راڳ شروع ڪيائين.

"ماستر ڪجهه شڪي ماڻهن جا نالا ڏيئي وڃ ته جانچ شروع ٿا

ڪيون“.

”وڏا، منهنجي ڪنهن سان دشمني آهي، ئي ڪانہ تہ نالا ڪتان ڏيندس خبر ئي نہ آهي تہ ڪير چوري ڪري ويو آهي، اوهان وٽ تہ ڏوهارين جو سجو رڪارڊ موجود آهي، مهرباني ڪري اسان جي ڪا قانوني مدد ڪريو“.

”ادا، ماستر، تہ پوءِ نيڪ آهي، اسان ڪي ئي ڪجھ ڪرڻو پوندو“. وڏي منشي تيليءَ سان ڏند ڪوٽيندي چيو.

”ماستر، تون رڳو تيل جا پئسا ڏيئي وڃ، تون استاد آهين، تولاءِ عزت آهي، اڄ ئي ٿا جانچ شروع ڪيون“.

شام جو اهي سڀ حال احوال لونگ خان جي اوطاق تي ٿيا. سيني ڳوناٺن پوليس تي بد اعتمادي جو اظهار ڪيو ۽ پيري ڪتن ڪي گهرائڻ جي صلاح ڏيندي چيائون تہ

”پيري ڪتا گهرائي چورن جو ڳاتو ٿا جهليون“

”پر ادا، ڪتن لاءِ بہ پندرنهن هزار ڪتان ايندا “؟ماستر مايوس ٿيندي چيو

”ماستر ڪهڙيون ٿو ڌارين واريون ڳالهيون ڪرين اها تنهنجي نہ پر اسان سيني ڳوٺ وارن جي بيعزتي ٿي آهي، تون پئسين جو ڪو بہ اُلڪو نہ ڪر“.

ماستر ڳوٺ وارن جي محبت جي آڏو ڪجي نہ سگهيو. نيٺ ڪتا آندا ويا ڪتن کي کارن سان ڍڪيل چورن جا پيرا سنگهايا ويا ۽ ڪجھ مٽي پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۾ ڪنيئن وئي، صبح جو ڪتن سفر شروع ڪيو هو پر هاڻ تہ اچي منجهند ٿي هئي، ڪتا جڏهن نوان نوان آيا هئا، تہ چورن جون مٽيون منجهائي ڇڏيون هين زمين ۾ پوريل سامان، خون ٿيل ماڻهن جا ٽي ٽي مهينا پراڻا لاش، ٻهن ۾ لڪايل چوري جو سامان گهلي ٻاهر ڪڍڻ لڳا. سرڪاري ادارن تي تمام گهڻي تنقيد ٿيڻ لڳي، نيٺ سرڪاري ادارن ڪي پنهنجي ساک بچائڻ لاءِ سنڌ ۾ ڪتن جي جانچ تي پابندي لڳائڻي پئي، ۽ ڪتن جي خلاف اسيمبلي مان قرارداد بہ پاس ٿي ويئي پر پوءِ

آهستي آهستي ڪتن جي ڪارڪردگي بہ ڏينهون ڏينهن گهٽبي ويئي پوءِ ڪتا بہ الاءِ ڪيئن بي گناهہ ۽ شريف ماڻهن کي ونڻ لڳا. ايئن پئي لڳو جڻ ڪتن ۽ چورن جي وچ ۾ ڪو مفاهمتي ناهہ ٿي ويو هو پوءِ چور ۽ انهن جا سنياليندڙ وڏيرا ڏاڍا خوش هئا.

ماڻهو هلي هلي گهڻو تڪجي پيا هئا. پر پوءِ بہ بي دليا قدم کڻندا هلندا رهيا. سومر ماڇي جي ڳوٺ وٽان هڪ ڏگهو موڙ آيو ماڻهو ۽ ڪتا ڪجهہ دير لاءِ هڪبئي کان ڇڇي ڌار ٿي ويا. اوچتو ڪتن جي مالڪن مان هڪ ڄڻي زمين تان نئين ۽ تازي پيرن جي نشان جي مٿي ڪڻي ڪتن کي ڀڪ سان سنگهائي ۽ هڪبئي ڏانهن معنيٰ خيز مُرڪ سان نهاري هلي پيا. ڪتن هاڻ سامهون جوٽيجن جي ڳوٺ ڏانهن رخ رکيو. ڪتن جا مالڪ ڳوٺ کي ٿورو ويجهو اچي بيهي رهيا. تيسيتائين پوئتي رهجي ويل همراهہ بہ اچي پهتا ۽ سامهون واري ڳوٺ مان بہ ڪجهہ ماڻهو تڪڙا تڪڙا آيا. ڪجهہ ڳوناٺا. پاڻي ۽ لسي بہ کڻي ايندا رهيا. حال احوال ونڻ کان پوءِ سڀ ماڻهو ڪتن سان گڏ هلڻ لڳا. ڪتن جون ڇيون بہ ٻاهر نڪري آيون هنيون ڳوناٺا بہ تڪجي پيا هئا. نيٺ سيني شڪر ڪيو تہ چورن جي ڳوٺ تہ پهتاسين. ڳوٺ جي ڪتن ٻهي هنن جو استقبال ڪيو. ڳوٺ جا ماڻهو بہ گهرن مان ٻاهر نڪري آيا. پر ڳوناٺن جا منهن لٿل هئا. ڇو تہ هنن کي خبر هئي، تہ هُنن جي ڳوٺ ۾ ڪو بہ لچ لوفر ڪونہ هئو. خبر نہ آهي تہ ڪتا ڪنهن غريب جي گهر تي ٿانبو رکندا. پوءِ ڳالهہ ٽاٽن کان ٿيندي ڪورٽن تائين پهچندي ۽ مڙسن جي عمر ٿي سُنوائين ۾ پوري. پر هاڻ ڏسئون تہ ڪنهنجي ٿي ڦٽي. ڳوٺ جي مدرسي جا ڪتابي بہ اچي سهڙيا. گرميءَ جي باوجود. ماڻهن جي رش هڪيبرو بيهر وڌي ويئي هئي.

ڳوٺ جا ورن وڪڙن وارا رستا ڪهندا. لوڙهن وارا گهر اُڪرندا رهيا. هلندي هلندي ڪتن اوچتو ڳوٺ جي پاسي نهيل جا مع مسجد ڏانهن ڪٽي رخ رکيو. سيئي حيران ٿي ويا.

”چورن ڀڪ سان الله جي گهر ۾ پناهہ ورتي آهي،“

ماڻهن جي يُڻ يُڻ وڌي ويئي.

مسجد جي پرسان هڪ ننڍڙو هُجرو بہ ٺهيل هو. ڪٽن بہ سڌو هجري ڏانهن لُوهہ ڪئي، مالڪ ڪٽن سوڌو هُجري ۾ گهڙي پيا. هُجري ۾ هڪ کٽ تي اکين کان نابين حافظ ڪلام پاڪ جي تلاوت ڪري رهيو هو ۽ وجد جي ڪيفيت ۾ اڳتي پوئتي لُڏي رهيو هو پرسان ئي حافظ جي لٺ پيت سان ٽيڪل هئي. ڪتا هڪدم حافظ جي کٽ جي هيٺان ويهي پڇ لوڏڻ لڳا. آيل سڀي خلق حيران ٿي موٽڻ لڳي.

❑

# مانيءَ جو پور

ڊاڪٽر جي گهڻي ڪوشش ڪان پوءِ ٽري جهوني جي جسم ۾ ڪجھ
چرپر شروع ٿي. ڊاڪٽر جي مُنهن تي هاڻ اطمينان جا آثار هئا. جهوني هاڻ
پنهنجون ڇُهنجڙيون اکيون اُپٽيون ۽ اکين ۾ زندگيءَ جي چمڪ هئس.
جهونو حيرت مان آسي پاسي نهارڻ لڳو.

"ابا هي مان ڪٿي آهيان؟" جهوني پڇيو.

"چاچا گهبراءِ نہ تون اسپتال ۾ آهين"

"چاچا تون جلسي گاھ ۾ ڪِري پيو هئين توکي ڪو بہ هوش ڪونہ
هو آءُ توکي اسپتال کڻائي آيو آهيان" جهوني پنهنجي پراڻي عينڪ کي
نڪ ۾ ڦاسايو عينڪ جي هڪ ٽنگ ڀڳل هئي. ڀڳل پاسي ڪان، اڳڙيءَ جي
پراڻي لير ٻڌل هئي. جيڪا هن پنهنجي ٻئي ڪن ۾ ڦاسائي هئي. هن ڏاڍو
غور سان ڪنهن مَهل ڊاڪٽر کي تہ ڪنهن مهل خدا بخش کي پئي چتائي
نهاريو جهوني جي جسم تي هڪ پراڻي انگوڇي جي گوڏ ٻڌل هئي. جيڪا
ڇڪي تاڻي مس پئي اوگهڙ ڍڪي سگهي، سندس پاسريون بہ چڻ جسم مان
چمڙيءَ کي چيري ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڏاڍيون بي چين هُيون. نيڏڙي بي ترتيب
چاپئين ڏاڙهي، مٿي جا وار بہ رڍ جي اُن جهڙا کهرا ۽ اٽيا هئا. هن هٿ
ڏگهيري هيڏانهن هوڏانهن ڪا شئي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. خدا بخش
سمجهي ويو تہ جهونو پنهنجي لٺ پيو ساري

"چاچا تو واري لٺ هتيڪي رکي آهي. گهبراءِ نہ".

"ابا مون کي ڪتان کڻين آيا آهيو"

جهوني جي چهري تي نهيل گُهنجن جو ٻيلو پريشانيءَ ۾ ويتر گهاٽو ٿي ويو.

"اي چاچا ڪالھ جلسي ۾ تو نعرا پئي هنيا جيئي جيئي پئي پيئي.
پوءِ اوچتو وچي ڦهڪو ڪيئي ڪو ماڻهو تنهنجي ويجهوئي نہ پئي آيو
گهڻن کي منٿون ڪيم تہ ڪو اچي ڪراڙي ۾ هٿ وجهرائي. پر ماڻهو چون

پوڙهو الاءِ ڪير آهي، وري ڪجھ تي پويس، تہ سياڻ هرون پرون وتون پوليس ۾ گهلبا. نيٺ ويچاري مَمو گڏهن گاڏي واري کي منٿ ڪيم. تنهن اچي اسپتال رسايو آهي“.

خدا بخش سمورو پيرائتو احوال ٻڌايو.

”چاچا، تون بہ ڪجھ حال احوال ٻڌاءِ ڪير آهين ۽ ڪٿي وينو آهين“؟

خدا بخش پڇيو.

”ابا، مان ووٽر آهيان“

”اڙي چاچا ووٽر تہ پاڻ سڀئي آهيون مون تہ اوهان جو نالو ۽ ايڊريس پئي پڇڻ چاهي“.

”چاچا پلا ڪندو چا آهين“

خدا بخش جهوني کي ويجھو ٿيندي پڇيو.

”ابا، آءُ اعتبار ڪندو آهيان“

جهوني چپن ۾ پٽڪيو.

”پر چاچا ڪنهن تي اعتبار ڪندو آهين؟“

”ابا، ڪوڙن واعدن، ڏٽن ، فريبي نعرن ۽ منافقتن تي“.

ايئن چئي جهونو ڪجھ دير لاءِ چپ ٿي ويو. ٿوري ساهي کان پوءِ وري ڳالهائڻ لڳو.

”ابا، پلا اوهان جو نيشان ڪهڙو آهي،“

”اڙي چاچا، چا جو نشان، اسان ڪو اليڪشن جا اميدوار ٿورئي آهيون، اسان مان هڪڙو هي ڊاڪٽر اٿئي ۽ ٻيو مان آهيان پرواري اسڪول جو ماستر خدابخش ”خيالي“. استاد خدابخش جهوني کي سمجهائيندي چيو.

”پر، ابا موالي، هتي سڀ ڪنهن جو ڪو نہ ڪو نشان ضرور هوندو آهي، ڪنهن جو چاڪو، ڪنهن جو خنجر، ڪنهن جو تير، ڪنهن جو تلوار ڪنهن جو گهوڙو ڪنهن جو گڏھ پر ابا اسان تہ سدائين گڏهن کي ئي ووٽ ڏيندا آهيون ۽ هاڻ تہ سالن کان وني گڏهن کي ووٽ ڏيڻ جي عادت پئجي ويئي آهي، سو انشاءَ الله اڳتي بہ ووٽ گڏهن کي ئي ڏبو“.

ڊاڪٽر سمجهي رهيو هو تہ هاڻ هي ڪيس سائيڪالاجي شعبي جو

آهي، بظاهر جهوني کي ڪابہ بيماري ڪانہ هئي، جلسي گاهہ ۾ بہ جهونو بک ۽ اڄ جي ڪري لو بلڊ پريشر تي ويڃڻ ڪري ڪِري پيو هو گلو ڪوز جون ڪجهہ ٿيلهون جن ۾ ڊاڪٽر ملٽي وٽامنس جا ڪجهہ انجيڪشن بہ ملايا هئا، جنهن جي ڪري جهوني جي بت ۾ ڪجهہ ساهہ پيو هو ۽ جهونو اکيون ڇنڀڻ جهڙو ٿيو هو.

"ابا مون سان پيا بہ همراهہ هئا، اهي ڪاڏي ويا"

جهوني کي اوچتو پنهنجي ساٿين جي سنڀار ٿي.

"چاچا ماڻهو تہ جلسي ۾ هزارين هئا، سيني پئي، جيئي جيئي ڪئي، تون بہ اُنهن سان جيئي جيئي پئي ڪئي پوءِ اوچتو اسٽيج تان آواز آيو تہ سيني لاءِ ماني تيار آهي، سيئي ماني کائي پوءِ ويجهو پوءِ تہ ماڻهن ۾ اهڙي وٺي ڀاڄ پئي جهڙو رڃ ڪتي جي ٻچ ۾ هوندي آهي. ماڻهن تہ ذري گهٽ لتاڙي ماريو هو توکي مان نہ هجان هان، تہ الاءِ ڪهڙو حال ٿئي ها تنهنجو".

ماستر سچي ڪٿا جهوني کي ٻڌائيندي چيو.

"ابا، پلا پت ڪيڏي مهل رجهندو پت، ٻت کائي پوءِ ٿا هلئون ووٽ ڏيڻ".

"ابا ماستر هيل گهڻو دير سان پيا ووٽ ٿين اڳي تہ ٻئين ٽئين سال پيا ووٽ ٿيندا هئا، ڏاڍا پت کائي پيا ڍَو ڪندا هئاسين، ۽ هر شناختي ڪارڊ تي پنج پنج سئو ملندا هئا".

ڊاڪٽر ۽ ماستر ڪلڻ سان گڏ پنهنجي اکين جا لڙڪ بہ اُگهي رهيا هئا، ۽ گهڻو ڪجهہ سوچي بہ رهيا هئا.

"ابا، ماستر تون بہ اڳي آيو هئين نہ اسان جي ڳوٺ ووٽن لاءِ".

"اي چاچا آءُ هتان گهڻو پري ٻئي شهر ۾ وينو آهيان، اسان غريب مسڪين ماڻهو بابو سائين وٽي سچو ڏينهن ٿانون ناهڻ لاءِ مٽي ڳوهنيدو هن کي دلن، مٽن ۽ ٻارن جي رانديڪن ناهڻ مان ٿي واندڪائي نہ آهي، آءُ ڪنهن جي لاءِ ووٽ پنڻ ايندس". ماستر جهوني کي جواب ڏنو.

"چاچا، هڪڙي امانت اڃا ٻي بہ تنهنجي اسان وٽ رکيل آهي، پلا ياد ڪر ڪهڙي؟"

ماستر جهوني کي ڪجهہ ياد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ابا اسان تہ سڀ ڪجھہ وڃائي چڪا آهيون، ديس، درياھہ ۽ پنهنجون ٻوليون ڇا ڇا ياد ڪريان بابل".

ماستر بيڊ جي پرسان رکيل ڪٻٽ مان، پلاسٽڪ جي هڪ شاپر جو جنهن مان هڪ قميص ڪڍي، جنهن جا سڀ رنگ جهوني جي زندگي جي رنگن وانگر اڏامي چڪا هئا. جيڪا سڄي ڇتيون ڇتيون هئي. جنهن جي ساڄي پاسي کان هڪ کيسو هو ۽ ان کيسي تي سڪل مانيءَ جو ڀور هو، قميص صفا ڪتل هئي.

"اڇي وٽ هيءَ پنهنجي قميص، جي اڄ مان نہ هجان ها تہ تنهنجو بہ هن قميص وارو حال ٿئي ها."

ماستر جهوني کي قميص کولي ڏيکاريندي چيو.

جهوني قميص پاتي جهوني جي قميص ايمرجنسي ۾ چيڪ اپ دوران لاٿي وئي هئي، قميص پائڻ کان پوءِ جهوني ماني واري سڪل ڀورکي هڪ هٿ سان قابو ڪري ڇڏيو هو ماستر ڏٺو پئي تہ جهوني جي منهن تي تمام گهڻي ٿڪ جا آثار هئا، هن جا پير سڳل هئا، ڄڻ ڪو صدين جو رڻ جهاڳيندو رهيو هجي، ٻنهين پيرن جون ترڻيون لڦون لڦون ۽ پيرن جون ڪڙيون ڦاٽي ڦارون ڦارون ٿيل هئس، ماستر کي ايئن محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ جُهوني جي دل بہ ڦارون، ڦارون ٿيل هئي. جنهن تي اَجهي، ڪپڙي ۽ مانيءَ جهڙن ڪوڙن نعرن جا رانيوٽا آيل هئا، هڪڙن واعدن جا رانيوٽا سُڪي ڪڙيون مس ٻڌندا هئا، تہ ڻٽان ٻيا رانيوٽا هنيا ويندا هئا، جن واعدن تي اعتبار ڪري سڀ ڪجھہ لٽجي چڪو هو بس هڪ قميص ۽ انگوڇي جي گوڏ وڃي بچي هئي، جيڪا بہ انگ ڍڪڻ کان لاچار هئي،

"ابا، ماستر آءُ ٿورو سمهان ٿو پٽ رجهي وڃي تہ مون کي بہ اٿارجان تہ پاڻ ٻئي پٽ ٻٽ ڪائي هلي گڏهہ کي ووٽ ڏيون".

ايئن چئي جهونو پاسو ورائي سُمهي رهيو ۽ سُڪل مانيءَ جي ڀور کي ائين سانڍي رهيو هو ڄڻ هن کي خوف هجي تہ ڪائونس اهو بہ ڪو کسي نہ وڃي. جهوني وري پاسو ورايو ماستر اُٿيو جهوني جي انگوڇي جي گوڏ سولي ڪري جهوني جي اوگهڙ ڍڪي ڇڏي.

❑

# ڏهين جون

”چيس“ جي وڏي آواز سان هُنن گلاس ٽڪرايا ۽ سَپ ڪرڻ لڳا. ڪمري ۾ هڪ ٽيليويزن ۽ ان جي پرسان ٽيبل تي هڪ ننڍو ريڊيو بہ پيو هيو. ٽيليويزن هلي پئي، سامهون ڪليءَ ۾ هڪ ٻن ڦولن واري وردي هينگر ۾ ٽنگيل هئي. ڪمري ۾ تازو هاف وائيٽ ڪلر ٽيل هو. در ۽ درين تي خوبصورت گلن ٻوٽن وارا پردا ٽنگيل هئا.

”يلا وڏا ڏي خبر. اڄ گهڻو ايمونيشن ڏيان ٿيو؟“ ننڍي قد ۽ وڏي پيٽ واري صوبيدار ٽاٽي جي وڏي منشيءَ کان پُڇيو“

صاحب اڄ حد ٿي ويئي نيٽن سان پريل سڄي ٽرڪ مان ڪجھ ڏنڊا مس بچيا آهن. ۽ آنسو گيس جا شيل ۽ گوليون جيڪي وڏي صاحب اوهان کي سڄي ضلعي جي ڪوٽا ڏني هئي. اُنهن مان تہ ڪا بہ شئي ڪانہ بچي آ.“

”يار. خبر نہ آهي تہ اڄ مون بہ الاءِ ڪيترن جا مٿا ڦاڙيا ۽ ٽنگون ۽ ٻانهون ڀڳيون آهن“.

”ها. صاحب. وڏي صاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ تہ سائين جن بہ اڄ حد ڪري ڇڏي“.

”صاحب! ڊيم جي خلاف ڌرڻي کي ايڏي بي رحميءَ سان روڪبو آهي ڇا؟“ ”صاحب اسان تہ اٺويھ سئو ايڪهتر واري جنگ ۾ بنگال ويا هئاسين اتي اهڙي ڪار ڏني هئيسون ۽ ٻيو وري اجوڪي ڌرڻي ۾“

جهوني وڏي منشيءَ افسوس جو اظهار ڪندي چيو. صوبيدار بڇڙو منهن ڪري اُٿيو ۽ بي بي سي ٻڌڻ لاءِ ريڊيو سيٽ ڪرڻ لڳو. نيٽ بي بي سيءَ جي مخصوص ڌُن وڄڻ لڳي ۽ ڪمري ۾ رضا علي عابدي جو آواز گونجڻ لڳو. ۽ بي بي سي حيدرآباد جي نمائيندي علي حسن پنهنجي ڪڙڪيدار آواز ۾ ٻڌائي رهيو هو تہ:

”اڄ جڏهن مان ڪالا باغ ڊيم جي خلاف لڳل ڊرٽي جي ڪيس ۾ گر فتار قيدين سان ملڻ ڪوٽ ڏجي ٽاٽي تي پهتس تہ ٽاٽي جي ٻاهران ڊرٽي وارن جي گاڏين تي نظر پئي تہ سڀ گاڏيون گولين سان پروڻ ٿيل هيون، ائين لڳي رهيو هو جڻ تہ اهي ڪنهن جنگ جي ميدان تان موٽيون هجن. ٽاٽي جي لاڪ اپ ۾ پيريل قيدين ۾ اڪثر جا مٿا ڦاٽل، ٻانهون پڳل ۽ ٽنگن ۾ گوليون لڳل هيون، مون کي بلڪل ٻي عالمي جنگ جي ڪنهن فلم جو خوفناڪ ۽ درد ناڪ منظر نظر اچي رهيو هو“. صوبيدار ماحول ۽ ڳالهہ مٽائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر اجوڪو ٿيري واقعو هنن جي حواسن سان چنبڙيل هو

”وڏا، توکي ڪهڙي خبر تہ هنن ڦولن کي بچائڻ لاءِ چاچا نہ ٿو ڪرٽو پوي“.

صوبيدار پنهنجو گلاس خالي ڪندي چيو.

وڏي منشيءَ جي سُئي بہ هڪ جاءِ تي اٽڪي پئي هئي، ۽ هن کي بہ ٻيو ڪو موضوع سُجهي ئي نہ پيو

”پر صاحب، اوهان کي ڪجهہ خيال ڪرڻ گپندو هو هڪڙو تہ پنهنجي ديس جي حقن لاءِ ڪو ڳالهائڻ لاءِ تيار ئي نہ آهي، صوبائي توڙي قومي اسيمبليءَ ۾ بہ جهڙا لاش ڪٽي پڄايا اٿئون. شابس هجي هنن غيرت مند جوانن کي جن کي سدائين اسان وات ڳاڙها ڇوڪرا سمجهندا هئاسين، اڄ هنن اهڙو ڪم ڪري ڏيکاريو آهي، جو دل ٿي چوي تہ سيني کي سونا تاج پارائجن، پر صاحب اڄ جيڪو اسان هنن جو حشر ڪيو آهي، اصل ٻُڏي مرڻ کپي“، وڏي منشيءَ جون اکيون پريل هيون.

”وڏا، هاڻ موڊ خراب نہ ڪر، ماٽ ڪري پاٽي پي ۽ مال کاءُ، اسان چا کيون ها، ڊارئي صوبي جو ايس – پي هيڏو موڇڙو ڪنيو مٿان بيٺو هو تنهنجون ڳالهيون ئي پنهنجون. اسان ٿوري بہ لٽ هلڪي وهايون ها تہ تو واري زال جو بہ خير نہ ٿئي ها ۽ مون واري بہ ڳولهئي ڪانہ لڀي ها.“ شايد اجوڪي ڪاري قيامت کي وسارڻ لاءِ هو پاڻ کي شراب ۾ ٻوڙيندا رهيا. پر شايد، پر شايد هُو ٻوڙي نہ سگهيا.

❑

# شوڪي

ڪي ماڻهو چوندا آهن تہ هُو چريو آهي، ڪن جو خيال آهي، تہ هُو ڪو غير ملڪي جاسوس ۽ ڪن ڪي وري هُو ايجنسين جو ماڻهو لڳندو آهي، شوڪي چا آهي؟ ڪير آهي؟ جيترا وات اوتريو ڳالهيون. پر مون ڪي هو ڪڏهن بہ چريو نہ لڳو. هُو تمام گهڻو ڳالهائيندو آهي. مون سان تمام گهڻيون ڪچهريون ڪندو آهي، مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيو هن جون ڳالهيون ٻڌندو آهيان، ۽ هن جي ڳالهين جو موضوع بہ سدائين هڪڙوئي هوندو آهي، ۽ اهو هوندو آهي

"سندس شادي "

هُو سدائين پيو مختلف زالائنا نالا کڻي، انهن سان پنهنجي شادي جا خيالي داستان ٻڌائيندو آهي، ۽ اُهي قصا ايڏا تہ رنگين ۽ مصالحيدار هوندا آهن جڻ تہ سينسر تيڻ کان بچي ويل ڪا پشتو فلم هجي، جو ڪڏهن ڪڏهن هُن جون ڳالهيون ٻُڌي منهنجو بہ نرڙ پُسي ويندو آهي، "ڊاڪٽر صفيہ چوي ٿي تہ مان توسان ڇهن مهينن کان پوءِ شادي ڪنديس،

"هُو چوندو آهي، "

اڙي شوڪي، اها تہ وڏي ڪوڙي اٿئي.

"مان چوانس "

نہ اڙي ايئن ڪري تہ اُڪت مارپانس،"شوڪي چوندو.

ڪڏهن ڪڏهن شهر ويندي ريلوي ڦاٽڪ تان گذرندو آهيان، تہ عجيب نظارو پسندو آهيان. ريلوي ڦاٽڪ وارو پنهنجي جوئاري ۽ موالي دوستن سان، پنهنجي ننڍڙي ڪاٺ جي ڪيبن ۾ مُنَ تي سگريٽ رکي پيو تاس کيڏندو آهي، جڏهن تہ اسان وارو يار شوڪي سجو ڏينهن پيو ڦاٽڪ کوليندو ۽ بند ڪندو آهي، مان بہ نظر بچائي هن جي پرسان، تڪڙو تڪڙو

نڪري ويندو آهيان ۽ سوچيندو آهيا تہ جي شوڪيءَ ڏنو تہ پوءِ منهنجو بہ سج لٿو شام جو وري هُن جو آستانو ريلوي اسٽيشن جو پليٽ فارم نمبر ٻہ هوندو آهي، اتي وحيد جي چانهہ جي اسٽال جي پوئين پاسي، نم جي ٿڏي ۾ گهاٽي ڇانو ۾ پلٿي هنيو پيو مفت جي چانهہ جا مزا وٺندو آهي، چانهہ جي دورسان گڏ، هن جو داستانِ محبت بہ پيو هلندو آهي، ۽ هن جي چوڌاري لوڪوشيڊ جا واندا ملازم ۽ ريل گاڏي جي انتظار ۾ بيٺل مسافر بہ هن جون مزيدار سيڪسي ڳالهيون ٻڌي پيا وقت پاس ڪندا آهن. جي اوچتو مون تي نظر پيس تہ پري کان سڏ شروع

"منظور او منظور، ڪاڏي ٿو وڃي يار تو ۾ هڪڙو ضروري ڪم هو".

"ها. حڪم ڪر"

يار منظور اڄ سڄو ڏينهن عبدالله وري قاٽڪ کولرايو ۽ بند ڪرايو پر پيٽ جي ....... نہ ماني نہ چانهہ نہ سگريٽ جو پڇيائين"

"اها ڳالهہ آ. پوءِ اٿ تہ هلئون ماني کائڻ، ڇو تہ مون بہ ماني ڪانہ کاڌي آهي".

پوءِ وٺي اچانس پنهنجي بينڪ تي. ماني کائڻ کان پوءِ چانهہ جو دور ۽ ڪچهري جو سلسلو وري شروع ڇڻ مانيءَ جو وقفو ختم ٿيو هجي.

"منظور! ڳالهہ ٻڌي اَٿئي؟".

"وري ڪهڙي؟"

مان مصنوعي حيرت مان پُڇانس

"ڪلثوم کي بہ طلاق ڏئي ڇڏي مانئينءِ".

پر شوڪي

"هن تي تہ تو ڏاڍا پئسا بہ خرچ ڪيا هئا."

"ها، يار سڄو ملڪ گهمايو مانس. پندرنهن ڏينهن ڪراچي، پنجاب ۾ تہ سڄو مهينو گهمياسين، اٺ ڏهہ لک اتي خرچ ٿي ويا. توکي تہ خبر آ تہ پئسن جي مان پرواهہ ئي نہ ڪندو آهيان، هاڻ اسان جو دبئي ۽ شارجہ جو پروگرام هو تون ياءُ وينو آهين تہ هن لاءِ بہ مهينا ڪار ڪِرائي تي ورتي هئم، اسلام آباد، ڪوهہ مري، لاهور مان ڏاڍي شاپنگ ڪرائي مانس"

۽ مان حيرت مان هن جي ڇهري ڏانهن ڏسندو آهيان، عجيب معصوميت ڇانيل محسوس ڪندو آهيان.

”اڙي شوڪي ڪلثوم تہ ڏاڍي سني هئي، پوءِ اوچتو ڇا ٿيو“؟
هو ڪلثوم کي ماءُ پيءُ تي ڪچيون گاريون ڏيئي چوندو آهي.
”ڪلثوم هاڻي استاد نيازي سائيڪل واري سان ياري رکي آهي“.
”پر شوڪي ڊاڪٽر فرزانا جو ڇا ٿيو؟“
”اڙي ها، يار، اها تہ روز منٿون ڪندي آهي. اها تہ پنهنجي ويهين گريڊ واري مڙس کي بہ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويئي آهي. مون کي چوندي آهي، شوڪي منهنجي مڙس جو ڪو حال ڪونہ اٿئي، شوڪي مان توسان لاهور ڀڄي هلنديس. مون پنهنجي مڙس جا ٿيهہ لک بہ تولاءِ لڪائي رکيا آهن. مون چيو مانس تہ ها، پوءِ نيڪ آهي. مان لاهور ۾ تولاءِ پڪوڙا ڪپائيندس. پر حالي ٿورو ترس. حالي ڪجهہ ڏينهن ۾ مان اسپتال جي نرس سلميٰ سان شادي ڪرڻ وارو آهيان. بہ ٽي مهينا ترس. سلميٰ کي طلاق ڏيان تہ پوءِ تنهنجو وارو ايندو“.
هن جي اهڙين عجيب ڳالهين تي مون کي کِل بہ ايندي آهي ۽ ڏک بہ ٿيندو آهي ۽ هن تي رحم بہ ايندو آهي. ٽيهن پنجٽيهن سالن جو جاڻنون جوان ريلوي اسٽيشن کان شهر ۽ شهر کان مارڪيٽ تائين ڦهليل هن جي دنيا، ماڻهن لاءِ رڳو ٺوڳ ئي ٺوڳ هئي. پر ڪنهن بہ هُن جي اندر جي دنيا ۾ جهاتي پائي ڏسڻ جي ڪوشش نہ ڪئي هئي تہ سندس اندر ۾ دردن جون ڪيئي ڪائناتون آباد هيون.
شوڪي ڪڏهن بہ ڪنهن کي ذاتي ڪم کان جواب نہ ڏيندو هو. سياري جي وسندڙ برساتن ۾، برسات جي اونداهين راتين ۾ جڏهن بجلي هلي ويندي هئي، جڏهن ريلوي جي عملي کي لالٽينون ٻاري ريلوي ڪيبن ۾ پهچائڻيون هجن يا ريلوي سگنل جي پولن تي چڙهي سگنل ۾ فٽ ڪرڻيون هجن تہ شوڪي اُهي سڀ ڪم ڪندو هو سيءَ ۾ ٺرڪندو هو. ۽ لالٽينون بہ پيون ٻاريندو هو ۽ پاڻيءَ جا مٽ ڀري لوهي ڏاڪڻ چڙهي ريلوي ڪيبن تي پيو پڄائيندو هو ريلوي جي ڪيبن مين کي سگنل وارا ڪانٽا ڇڪرائڻا هجن. يا ريلوي جو ڦاٽڪ کولرائڻو يا بند ڪرائڻو هجي. يا شهر جي هوٽل واري کي ڪاٺ وارا گنڍڪا ڪپرائڻا هجن پر شوڪي ڪنهن کي بہ جواب نہ ڏيندو هو نہ وري ڪنهن کان معاوضو طلب ڪندو هو جيڪڏهن ڪنهن پيار سان سڏي ڪجهہ ڪارائيس تہ پوءِ خوشيءَ سان

ڪائيندو هو. ڪپڙن تي سدائين ايڏي مير هوندي،اتس جو ڪپڙن جو اصل رنگ ڪير بہ سڃاڻي نہ سگهندو آهي تہ، ڪپڙن جو رنگ نيرو آهي يا ناسي. هفتو هفتو تہ ڪڏهن مهينن جا مهينا بہ نہ وهنجي ۽ جي ڪڏهن وهنجي بہ تہ ڪپڙن سوڌو وهنجي. ڪو بہ سرڪاري نلڪو هن جو باٿ روم هوندو آهي ۽ ريلوي اسٽيشن جي لوهي پُل، پليٽ فارم جون پٿريليون بينچون يا ريلوي جا ٻئي پليٽ فارم هن جو بيڊ روم هوندا آهن.

مان اڪثر جڏهن پنهنجي نوڪري جي سلسلي ۾، رات جو ٽرين ۾ سوار ٿيڻ لاءِ ايندو آهيان، تہ هُو مون کي ڪٽي نہ ڪٽي ستل نظر اچي ئي ويندو آهي، مون هن کي سدائين گهري ۽ پرسڪون ننڊ ۾ ئي ستل ڏٺو آهي، ۽ اهائي گهڙي هن جي خاموش رهڻ جي هوندي آهي، نہ تہ جاڳ ۾ هن کي ڪير ماٺ ڪرائي. هو ننڊ ۾ ايڏو پرسڪون هوندو آهي، ڄڻ سڄي دنيا جي بادشاهي هن جي مُٺ ۾ هجي، يا ڪو عاشق پنهنجي محبوبا جي هنج ۾ ستل هجي ۽ شايد هُو بہ پنهنجي محبوبا سڪينہ جي هنج ۾ مٿو رکي ستل هجي. جنهن سان هُن ننڍي لاڪون مٽي جا گهرڙا ناهي رانديون ڪيون هيون ۽ هن ڪيترائي سُندر سپنا ڏٺا هئا، ۽ اُنهن سندر سپنن ۾ هن ڪيترائي ڀيرا سڪينہ کي پنهنجي لال ڪنوار ٿيندي ڏٺو هو ۽ سپنن ئي سپنن ۾ هو سڪينہ جي محبت ۾ ڏاڍو ڏور هليو ويندو هو ايترو ڏور جتان هن کي ڪائنات جي ڪا بہ هستي واپس، موٽائي نہ سگهندي هجي. ننڍي هوندي بہ هو ڪاغذ جون ٻيڙيون ناهي، سانوڻيءَ جي مينهن ۾ پار پڄائڻ جي ڪوشش ڪندو هو پر اُهي ٻيڙيون سدائين اورين ڪناري تي ئي ڦُسي ۽ ٻڏي وينديون هيون.

هڪڙي ڀيري هڪڙي ٽرين پليٽ فارم تي اچي بيٺي ۽ هڪ بوگي جنهن ۾ ڪنهن شادي وارن جي بڪنگ ٿيل هئي، بوگيءَ مان ماين جي لاڏن جا آواز آيا پئي، اُنهيءَ بوگي مان ڪجهہ ماڻهن شوڪيءَ کي سڃاڻي ورتو ۽ پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا،

”اڙي هو ڏسو، شوڪي بيٺو آهي.“

پوءِ تہ سڄي گاڏي ۾ شوڪي، شوڪي گونجڻ لڳو هو. آواز شوڪي جي ڪنن تائين پهتا. شوڪي بہ ٽرين جي بوگيءَ کي ويجهو آيو هن ٽرين جي بوگيءَ جي دريءَ مان نهاريو تہ هڪ ڪنوار جو گهونگهٽ بہ مٿي ٿيو.

ڪنوار جون اکيون ڳوڙهن سان پرجي آيون. شوڪيءَ ڏٺو تہ هن جي سڪينہ ڪنوار ٻڌجي ڪيڏانهن پرڻجي وڃي رهي هئي. ٽرين هوريان هوريان رڙهڻ لڳي، هُن کي ايئن محسوس ٿيو تہ ڄڻ ٽرين اڄ هُن جي مٿان گذري رهي هجي. ٽرين جي رفتار تيز ٿيڻ لڳي، هو بہ ٽرين سان گڏ ڊوڙڻ لڳو ٽرين پليٽ فارم ڇڏي چُڪي هئي. آهستي آهستي اکين اڳيان گم ٿي ويئي، ۽ شوڪي بہ ڊوڙندو ڊوڙندو ٽرين جي پويان گم ٿي ويو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شوڪي وري پليٽ فارم تي نظر آيو. هُو سڄو ڦٽيل هو. اندران ٽوڙ ڀاهران ڏاڍو گهايل هو. هُن جا ڪپڙا ليرون ليرون هئا. پر هاڻي شوڪي چپ ٿي ويو هو. ماڻهو هُن تي کلندا هئا ۽ پوڳ چرچا ڪندا هئا. پر هو اهڙو چپ ٿي ويو هو. ڄڻ ٽرين سڪينہ سان گڏ هُن جون ڳالهيون ۽ هن جا ٽهڪ بہ پاڻ سان کڻي ويئي هجي.

❏

# خرچي

چنيسر گهر ۾ داخل ٿيو بوسڪيءَ جو پٽڪو ويڪري ڇاتي، ويڪري منهن تي وڏا گهاٽا شهپر، اکيون ڳاڙهيون جهڙيون ٻرندڙ ٻاٻرا ٽانڊا، هٿن ۾ رت جي اُجاري ڪاري کهاڙي، جنهن جي ڳن تي، چانديءَ جو پٽ چڙهيل، پيرن ۾ اڇي رنگ جا بوٽ، ڌرتيءَ تي ايئن هلي رهيو هو جڻ ڌرتي مٿان احسان ڪري رهيو هجي، ماسي ذليخان ڪٽ تي ويٺل، درسني هٿ ۾، مُساڳ سان پنهنجي سونهن کي وڌائي رهي هئي، ڪن پل لاءِ چينسر ڏانهن نفرت مان اکيون ڪڍي ڏٺائين، ۽ مُنهن کي موڙو ڏيئي، وري پنهنجي درسني ۾ نهارڻ لڳي ويئي، پر جُهوني ذليخان جي پر ۾ ويٺل ڪاليج ڇوڪري جي دل خوف ۾ تيزيءَ سان ڌڙڪڻ لڳي.

"وچ ابا! اج تہ مري وياسين."

ڇوڪرو خوف ۾ سڄو پگهرجي چڪو هو، وڏا خوفناڪ شهپر ۽ ڪاري کهاڙي ڏسي، خوف مان هن جي سڄي بدن کي ڏڪڻي اچي ورتو هو. هن جي بت مان ساهہ ڇڏائڻ لڳو هو، هن جي دل ۾ طرح طرح جا وسوسا ۽ خوف جنم وٺڻ لڳا. هُن کي هاڻ پنهنجو پاڻ تي وڏي ڪاوڙ اچي رهي هئي. ۽ پُڇتاءُ ٿيڻ لڳو هو

"سوا گهڙي جي لذت لاءِ اجايو پنهنجي زندگي داوَ تي لڳائي ڇڏيسين."

چنيسر، توريل تڪيل وکون ڪڻندو، هلندو ڪٽ جي پاوي تي لت رکي بيهي رهيو هڪ هٿ سان شهپر کي وٽ ڏيئي هڪ تيڏي نهار ڇوڪري تي وجهي، ڪنگهڪار ڪري، نڙي ۾ قاتل ڪانگهارو اندر ڪيائين ۽ ڪراڙيءَ سان مخاطب ٿيو

”ماسي هي ادو ڪير آهي؟“

چنيسر نوجوان ڏانهن اڌوري معنيٰ خيز مرڪ اُڇلائيندي، ماسي ذليخان کان پڇيو.

”تنهنجو ڇا؟“ ذليخان ڪنڌ مٿي ڪٽي اکيون ڦوٽاري ڪاوڙ مان جهڙو هن جو منهن پٽي ورتو.

”ماسي مون تہ ايئن ئي پڇيو هو تون تہ موربگو وڙهين ٿي.“.

يلا ماسي ڪونج ڪانہ ٿي ڏسجي؟ ماسيءَ جي هڪل تي هو صفا سُسُي ويو هو پوءِ بہ شهپر مان هٿ نہ ڪڍيائين

”اُها ٻيئي مهمان سان ڪمري ۾ ويئي آهي“

ذليخان وري بہ رکو ءِ مختصر جواب ڏنو. نوجوان کي پنهنجو اندريون ساهہ اندر ءِ ٻاهريون ٻاهر بند ٿيندي محسوس ٿيو. اج هن کي ڪهاڙيءَ ۾ پنهنجو ءِ پنهنجي دوست جو سچو پچو موت پَسجي رهيو هو چنيسر شهپر وٺيندي ڪهاڙي مٿي کنئي، ڇوڪري پنهنجون اکيون ٿوري دير لاءِ بند ڪري ڇڏيون، وري کوليون، چنيسر ڪهاڙي کٽي وري پنهنجي ڪاٻي ڪلهي تي رکي ڇڏي، نوجوان ڏانهن نهاريو ءِ ماسي ذليخان کي ڏاڍي نرمي سان چيو

”ماسي منهنجي خرچي“.

نوجوان هڪ طويل ٿڌو ساهہ کنيو ءِ هن جو سڄو وجود ٺري پيو.

❑

# گُم ٿي وَيل شام جي ڳولا

استيشن تي ريل گاڏي جي اچڻ جو ڪو بہ امڪان نہ هو. مينهن وسڻ جي ڪري ريلوي جو سگنل سسٽم خراب ٿي چڪو هو. پري پري تائين ڦهليل ريلوي جو اسپورٽس گرائونڊ پاڻيءَ ۾ ٻڏل هو. ڪٿي ڪٿي مٿاهينءَ تي لاڏائو فقيرن جا تمبو نظر اچي رهيا هئا. ڪٿي تنبوئن مان برسات جو پاڻي اجا تائين ٽمي رهيو هو برسات جي پاڻيءَ ۾ فقيرن جا اگهاڙا تہ ڪي اڌ اگهاڙا ٻار شپ شپ ڪندي ڊوڙي رهيا هئا. اختر بہ مٿاهينءَ تي پير رکندو گرائونڊ مان گذرڻ لڳو پاڻي جي مٿاهينءَ سطح تي پلال ۽ بال پينن جا خالي ڪوڪا پُسيل حالت ۾ هر طرف وکريل هئا. ڪٿي ڪلن اکوڙڻ جا نشان بہ نظر آيا ٿي، اسپورٽس گرائونڊ مان گذرندي تيز ٿڌي هوا. اختر جي آڌو ڪنهن پت وانگر اچي ٻيهي رهي، اختر ڪجهہ ساعتن لاءِ ٻيهڻ تي مجبور ٿي پيو. ڪن پل لاءِ تہ هن کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ ڪنهن هن کي پنيان پنهنجي پشم جهڙي ريشمي ياڪر ۾ پري ٻيهاري ڇڏيو هجي. هن کي ڪنهن جي ساهن جي ڪوساڻ بہ محسوس ٿيڻ لڳي، بارش جي ٿڌي هوا ۾ هن جي لونءَ لونءَ ڪانڊار جي ويئي هئي، هن حسين يادن جو رنگين جار توڙي اڳتي وڌڻ شروع ڪيو. اتر جي ٿڌي هوا. جسم سان گڏ روح کي بہ ٺاري وڌو هو برسات جي هوا ۾ مٽي جو وٽندڙ هڳاءُ بہ شامل هو. اختر هوٽل ۾ داخل ٿيو هڪ اهڙي ڪنڊ ڏسي ويجي وينو جتان هوٽل جو اندريون ۽ ٻاهريون نظارو آرام سان ڪري سگهجي پيو مينهن جو پاڻي اجا بہ وڻن مان ٽمي رهيو هو آسمان اجان ڪڪرن سان ڪارو هو هوٽل ۾ اختر جي سامهون ٽي ويءَ تي انڊين آئٽم سانگس جي گيت مالا هلي رهي هئي، پر اختر جا نيڻ فقير جي تنبن ۽ پاڻيءَ تي ترندڙ پلال، بال پين جي خالي ڪوڪن

۽ ڪلن اڪوڙڻ جي نشانن تي جمي بيهي رهيا هئا. بيرو اختر کان چانهه جو آرڊر وٺي وڃي چڪو هو سامهون ٽيبل تي رکيل جگ ۽ شيشي جو چمڪندڙ گلاس هن کي ڪافي دير کان گهوري رهيا هئا. اختر جي هٿن مشيني انداز ۾ جگ مان پاڻي اوتي پيتو هوٽل ۾ ڪافي ماڻهو هئا. ڪافي ماڻهو پڪوڙن ۽ سمبوسن سان لطف اندوز ٿي رهيا هئا. ڪجهه ٽيبلون خالي هيون پر اختر جو روح اتر کان ڏکڻ طرف ويندڙ هڪ سرمئي ڪڪر سان گڏ سفر ڪري رهيو هو. ان ڏينهن اسلاميات جو پيرڊ هلي رهيو هو پروفيسر اڃا ڪلاس وٺڻ ڪونه آيو هو ڪلاس ۾ تمام گهڻو شور هو جو هوءَ ڪلاس روم ۾ داخل ٿي هئي، هن جي هڪ هٿ ۾ بال پينن جا ڪوڪا ۽ ٻئي هٿ ۾ بال پينون هُيون. سڄي ڪلاس روم جون نهارون هن جي بال پينن ۾ نه پر هن جي گول معصوم خوبصورت چهري ۾ گم هيون، تيز نارنگي وڳي ۾ جڻ ته ڪا اپسرا پاسي رهي هئي، هوءَ زبان سان گهٽ پر پنهنجن ڪارن نيڻن سان وڌيڪ گفتگو ڪري رهي هئي، ڪلاس جي سيني ڇوڪرن جي هٿن مان سبجيڪٽ ڪنهن لغڙ جي ڪاٽا ٽيل ڏور وانگر ڇڏائجي ويو هُو هن جي سونهن جي جادوءَ سيني کي پٿر بنائي ڇڏيو هو "آداب" هن هڪ ادا سان، ڪنڌ نوائي ساڄو هٿ مٿي ڪري، پنهنجي چهري تائين آڻيندي چيو پوءِ هن پنهنجي غربت جي ڪهاڻي ٻڌائي ۽ آخر ۾ پينون وٺڻ لاءِ التجا ڪرڻ لڳي، پنهنجي ڳالهه پوري ڪري هن هڪ ڏکهو ٿڌو ساهه کڻي ڪلاس ڏانهن مرڪي نهاريو. هن جي مرڪ جي خوشبو سڄي ڪلاس روم ۾ پرجي ويئي ۽ سيئي ڇوڪرا هڪ ٻيرو ٻيهر ڳالهائڻ شروع ٿي ويا. ڪجهه ڇوڪرن هن کان پينون خريد ڪيون، ڪجهه ڇوڪرن بنا پينون خريد ڪرڻ جي هن جي مدد ڪئي، انهن مدد ڪرڻ وارن ۾ اختر به هو. اختر کي پنهنجي دل جو ڌڙڪو تيز ۽ نرڙ تي هلڪي پگهر جي ٿڌاڻ محسوس ٿي رهي هئي. شايد اهو هن جي مستيءَ ڀري جوانيءَ جو ڪرشمو هو هوءَ پنهنجي سانوري مرڪ مُرڪي ۽ سيئي پينون هڪ هٿ ۾ سنڀالي، ساڄي هٿ سان ساڳي ادا سان آداب چئي، مرڪن جي خوشبودار اسپري ڪري هلي ويئي. اختر جون اکيون ڪافي

دير تائين در جي چائٺ ۾ قاتل رهيون.

هوءَ هاڻ چوٿين پنجين ڏينهن ڪلاس روم جو پيرو پئي ڪندي هئي، اختر کي خبر ئي نہ پئي تہ هوءَ ڪڏهن اختر جي دل کي پنهنجي مرڪن جي گلابي چار ۾ قاسائي ڪٺي ويئي هئي، اختر کي هاڻ هر پل هن جو انتظار رهندو هو، ڪلاس ۾ ڪيڏو بہ شور هجي، پر هن جي اچڻ سان خاموشي ڇائنجي ويندي هئي. پوءِ هن جو آواز سڄي ئي ڪلاس روم ۾ رقص ڪندو هو ان پيري هوءَ جيئن ئي خيرات وٺي ڪلاس روم مان ٻاهر نڪتي هئي تہ اختر بہ هن جي پنيان ئي ٻاهر نڪري ويو اج اختر هن سان ڪجھ ڳالهائڻ پئي چاهيو پر هوءَ پر واري ڪلاس ۾ داخل ٿي چڪي هئي، هن جو آواز اختر جي سماعتن کي چمي رهيو هو اختر هن جي انتظار لاءِ ڪو بهانو سوچڻ لڳو. هن جي نظر وراندي جي ڪنڊ ۾ تهيل پاڻيءَ جي ٽانڪيءَ تي پئي. هو جيئن ئي پاڻي جي ٽانڪي جي ويجھو پهتو تہ موڪل جو گهنڊ وڳو جنهن هر طرف هلچل مچائي ڇڏي هئي، هو ڪلاس روم ڏانهن موٽيو ڪتاب کڻي تڪڙو ٻاهر نڪتو پر هوءَ نظر نہ آيس. اختر جي نگاهن هن کي ڳولڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر نہ ڄاڻ هوءَ ڪيڏانهن گُم ٿي ويئي هئي، ان ڏينهن جڏهن هوءَ ڪلاس روم ۾ داخل ٿي تہ اکين ۾ ڪجل ۽ سائي رنگ جو وڳو پاتل هوس، سڄو ڪلاس هن کي ڏسندو ئي رهجي ويو. اختر جا نيڻ بہ ڪا دير هن جي سراپا ۾ اٽڪي بيهي رهيا.

”تنهنجون پينو ڏاڍيون سهڻيون آهن“.

اختر هن جا هٿ ڇُهندي ۽ هن جي هٿن مان پينون وٺندي چيو.

”نا، بابو نا، منهنجون پينون ايتريون پليون نہ آهن. جيتري تون ڳالھ ڪرين ٿو“

هن شوخ ۽ معنيٰ خيز نظرن سان اختر جي اکين ۾ نهاريندي پنهنجي مخصوص لهجي ۾ چيو.

”نہ نہ تنهنجون پينون واقعي بہ خوبصورت آهن“.

اختر ٻيو پيرو ورجايو تہ هن کي هڪ لمحي لاءِ پنهنجي پينن ڏانهن نهارڻو پئجي ويو.

”پر تنهنجون اکيون اجا به وڏيڪ سهڻيون آهن“.

اختر سندس اکين ۾ نهاريندي چيو ۽ هوءَ شرمائجي ويئي، اختر ڏهين جو نوٽ ڏيندي، هن جي هٿن کي هڪ پيرو بيهر ڇهي ورتو ته ڇوڪريءَ جي اکين ۾ هڪ خوبصورت چمڪ پيدا ٿي پئي.

”تنهنجو نالو ڇا آهي“.

اختر کائونس پيار مان پڇيو

”ريشمان“، پر سڀ مون کي ريشمي سڏيندا آهن.

”هن ٿورو شرمائيندي ۽ اکين کي جُهڪائيندي چيو.“

ها، برابر تون آهين به ريشمي، تنهنجو ان کان وڏيڪ سهڻو نالو ٻيو ٿي به نٿو سگهي“. اختر دل ۾ چيو، هوءَ ٽڪرٽيون وکون کڻندي ڪلاس روم مان ٻاهر نڪري ويئي.

ڪافي ڏينهن گذري ويا هئا، اهو هڪ موڪل جو ڏينهن هو، اُها صبح ڏاڍي وڻندڙ هئي، هوا جو لهجو اجا ٿڌو هو اختر پنهنجي گهر ۾ ڪو ڪتاب پئي پڙهيو ته گهٽيءَ ۾ ٻارن جو تمام گهڻو هُل ٻڌڻ ۾ آيو. اُنهيءَ هل ۾ ڍُگڍُگيءَ جو وڻندڙ آواز به شامل هو. اختر گهر کان ٻاهر نڪري آيو ڏسي ته فقير رڇ کي نچائي رهيو آهي، رڇ جي نڪ ۾ ٻڌل نوڙي فقير جي هٿ ۾ هئي، رڇ فقير جي اشارن تي ڪنهن مهل ڪلهن ۾ لٺ ڦاسائي ٻڪرار پئي ٿيو ته ڪنهن مهل سائيڪل پئي هلايائين. ڪڏهن جلال چانڊئي وانگر ان جي اهل پئي ڪيائين ۽ آخر ۾ رڇ سيني کي هٿ ٻڌي سلام ڪيو ۽ گول دائري ۾ ڦيرو ڏيئي سيني کان انعام وصول ڪرڻ لڳو نٽيا، وڏا ٻار خوشيءَ مان، ربئي جا نوٽ، ٽافيون، ميوا رڇ کي ڏيڻ لڳا، اختر جي نظر اوچتو رڇ جي پرسان بيٺل ريشمان تي پئي، پر اڄ هن جي هٿن ۾ پينن بدران ڪتن هڪلڻ واري لٺ هئي، ۽ ڪلهي ۾ اٽي وجهڻ واري ٻُجڪي هئي ۽ ٻئي هٿ ۾ جست جو وڏو وٽو هو، هوءَ ڪافي دير کان اختر کي شوخ نظرن سان گهوري ۽ مرڪي رهي هئي. اختر ريشمان جو اهو نئون روپ ڏسي ٿورو حيران ۽ ٿورو خوش ٿيو. هن به ريشمان ڏانهن مرڪي نهاريو. ريشمان جي نيڻن ۾ نه ڄاڻ ڪهڙو جادو هو، فقير ۽ ريشمان سڄو ڏينهن شهر ۾ رڇ پنائيندا رهيا، ۽

اختر بہ سچو ڏينهن هنن پويان هلندو رهيو هن کي ايئن پاسي رهيو هو ڄڻ هو بہ رڇ وانگر ريشمان جي مرڪن جي ريشمي ڏور سان ٻڌل هجي، هن جو پاڻ تي ڪو بہ وس نہ پي هليو. هن جي وجود هن جي هر ڳالهہ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. ريشمان سچو ڏينهن هن جي مرڪن سان حوصلہ افزائي ڪندي رهي. هو هنن جي پويان هلندو رهيو هو ريلوي ڪالوني مان پنندا، ريل جون پٽريون ڏئي، ريلوي ڪالوني ڪراس ڪري ريلوي اسپورٽس گرائونڊ ۾ پنهنجن خيمن وٽ پهتا. تہ شام تي چڪي هئي، ريشمان رڇ کي لوهہ جي ڪلي سان ٻڌي ڇڏيو ۽ اختر کي مرڪي واپس وڃڻ جو اشارو ڪيو.

اختر جي زندگيءَ جو معمول متجي چڪو هو هاڻ اختر صبح جو تيار ٿي گهران نڪرندو هو. تہ هن جي سائيڪل جو رخ ڪاليج بدران فقيرن جي خيمن ڏانهن هوندو هو. هن جي سائيڪل پاٽهين او ڏانهن ڪٽي منهن ڪندي هئي، هن جو هٿ جنهن مهل سائيڪل جي گهنٽيءَ کي ڇُهندو هو تہ گهنٽيءَ جي سُرن مان خوشيءَ جا نغما ڦٽي نڪرندا هئا. هن کي ايئن پاسندو هو ڄڻ هن جي سائيڪل زمين کان مٿي هوا ۾ اڏامي رهي هجي. هن جو رستو خيمن جي وچ مان تي گذرندو هو. فقيرن جا خيما رستي جي ٻنهين ڪنارن سان ايئن ڦهليل هئا، جيئن ميلي ۾ رستي جي ٻنهين ڪنارن سان بازارون ٺهيل هونديون آهن. اختر سائيڪل بيهاري سائيڪل جي گهنٽي وڄائي، تہ هوءَ هڪ خميي مان چنڊ وانگر ايري پئي، هن جي هٿ ۾ منهن ڌوئڻ وارو وٽو هو هوءَ وٽي مان ٻڪ پري پاڻيءَ جا ڇنڊا پنهنجي منهن تي هڻي رهي هئي، موتي هن جو مک چمندا، هوا ۾ نچندا، هيٺ ڪرندا رهيا، اختر ٻيهر گهنٽي وڄائي تہ هن جا هٿ هڪدم بيهي رهيا. هن اختر ڏانهن خوشيءَ مان مرڪي نهاريو. ريشمان هڪدم پنهنجي چولي سان پنهنجو مُنهن اگهي ورتو. هن جي خوبصورت ڌُن هن کي اک پيچي ورتي. اختر هن معصوميت تي مرڪي پيو. خيمن مرٻارڙن توڙي ماين جي رش نظر نہ پئي آئي، خيمن جي پاسن کان گڏهہ ۽ گاڏا ڏار ڏار ٻڌل هئا. ڪتا پري ويٺي پڇ لوڏي رهيا هئا ۽ اڳين ٽنگن سان مُنهن تان مکيون هٽائي رهيا هئا.

ريشمان اختر کي هٿ جي اشاري سان سڏ ڪيو ان ڏينهن خيمي ۾ هن جي انڊي ناني کان سواءِ ٻيو ڪير به نه هئو هوءَ هن کي هڪ خالي خيمي ۾ وٺي آئي.

"بابو تون منائي ڪائيندين"

ريشمان کي ڳالهائڻ لاءِ ٻيو ڪوجملو نه ملي سگهيو.

"نه مان ڪجهه به نه ڪائيندس".

"ڇو ڪونه ڪائيندين".

ريشمان پڇيس.

"توکي ڏسڻ سان ئي منهنجو ڍئو ڍئو تي ويو آهي."

اختر چيو. اختر اڄ هن سان رڳو دل جا حال احوال پئي اورڻ چاهيا.

"ڍئو تي ويو آهي يا اسان جي شين مان ڪرپ تي اچئي".

هو ڏاڍي تيز هئي،

"نه نه اهڙي ڳالهه نه آهي".

اختر پيار سان چيو.

"اهڙي ڳالهه نه آهي ته ڪاءُ، نه ته دوستي ختم".

هن شوخيءَ مان چيو

"ڇڱو سائين پلا ڪٽي اڄ ته گڏجي ڪائون".

هوءَ سامهون رکيل ڪاري هيٺان منائيءَ سان ڀريل جست جو وٽو ڪٽي آئي، هن وٽي مان منائي ڪٽي ريشمان کي به ڪارائي ۽ پاڻ به ڪائڻ لڳو هو ٻئي گهڻي دير هڪٻئي کي نماڻان نيڻ ڪٽي مرڪي نهاريندا رهيا. لفظ هنن جي چپن مان پوپٽن وانگر اڏامي ويا هئا، اکين ئي ٻڌو پئي اکين ئي ڳالهايو پئي ۽ اکين ئي سمجهو پئي. اختر چوڻ لاءِ الاءِ ڇا ڇا سوچيندو رهيو هو. پر هينئر پرين جي سامهون هن جي زبان کي تالا لڳي ويا هئا، هن جي زبان صفا گونگي تي ويئي هئي،

"بابو تون اسان جي پويان ڇو ايندو آهين"

ريشمان کي هڪ دفعو وري ڳالهين جي گم تي ويل ڏور هٿ اچي ويئي هئي، اختر هن کي ڪو به جواب نه ڏيئي سگهيو پر هن جي دل چوي پئي

چئي ڏيس تہ

”پاڻ ئي چريو ڪري وري، پاڻ ئي پئي پُڇين.“

نيٺ هُن جي اندر ڳالهايو. ريشمي تو مونکي الائي ڇا ڪري ڇڏيو آهي، مون کي هاڻي توکان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ٿو وڻين، نہ ڪاليج نہ ڪتاب، نہ گهر، نہ دوست، مون کي هاڻي هر پل، هر پاسي تون ئي تون ٿي ڏسڻ ۾ اچين.

”نہ بابو نہ ايئن نہ چئو“

اختر هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو ۽ هوءَ اختر جي ڇاتيءَ سان لڳي ويئي، محبت جي مٺي آتش ۾ ٻئي وجود ميڻ وانگر رجي هڪ ٿيڻ لڳا، پر ٿوري ئي دير ۾ هو وري هوش جي دنيا ۾ موٽي آيا. ريشمي هن کي هڪ اڇي رنگ جو رومال تحفي طور ڏنو رومال جي مٿان ريشمان جي نرم گلابي ڇپن جهڙو تازو گلاب پرت سان اڪريل هو.

”بابو هاڻي تون پلي وڃ هاڻي امان وارا اچڻ وارا آهن.“

هنن هڪٻئي کان موڪلايو تہ ٻنهين جا نيڻ جهڙالا هئا. هاڻ هوءَ رومال جي صورت ۾ هر وقت هن سان گڏ هئي، رومال ۾ ريشمان جي وجود جي سُرهي سرهاڻ سمايل هئي. اختر هن جي ساهن جي خوشبو پنهنجي سيني ۾ سمائي ڪاليج ويندو رهيو محبت جي مٺي آڳ ۾ هو ٻئي هوريان هوريان دکندا، ٻرندا ۽ جلندار رهيا. اختر اُن جلڻ ۽ ٻرڻ واري ڪيفيت کي لفظن ۾ بيان نہ پئي ڪري سگهيو هن سوچيو پئي تہ شايد هن ڪيفيت کي ڪنهن شاعر کان سواءِ دنيا جو ڪو بہ ماڻهو لفظن جو روپ نہ ٿو ڏئي سگهي. هاڻ هُن جي زندگيءَ جا سمورا رستا فقيرن جي خيمن وٽ اچي ختم ٿي ويندا هئا. هاڻ اختر جي دل ۽ سائيڪل جي گهنٽي هم آواز ٿي، خوشيءَ مان محبت جا نغما ڳائيندا رهندا هئا. هو بہ ٿي ڏينهن جي ڪاليج نہ ايندي هئي، تہ هو خيمن کان ٿورو پرپرو بيهي سائيڪل جي گهنٽي وڄائڻ تي مجبور ٿي پوندو هو ۽ هو جتي بہ هوندي هئي، اتان نڪري نروار ٿي پوندي هئي، هاڻ اختر کي ايئن پاسڻ لڳو ڄڻ ڪنهن هن جو روح قيد ڪري خيمي ۾ بند ڪري ڇڏيو هجي. هو هر وقت پاڻ کي خيمي ڏانهن ڇڪجندو

محسوس ڪندو هو. هاڻ هوءَ بہ پينون ڪپائڻ گهٽ، پر اختر کي ڏسڻ لاءِ وڌيڪ ايندي هئي.

۽ ان ڏينهن جڏهن هوءَ ڪاليج آئي تہ نہ رڳو هن جون اکيون پر هن جون پينون بہ اداس هيون. هوءَ پينون وڪڻي جيئن ئي ڪلاس روم مان ٻاهر نڪتي تہ اختر بہ ڇڪجي هن جي پٺيان ٻاهر آيو. اختر هن کي پيار مان نهاريو

"بابو اڄ شام جو اسان جي خيمي ۾ ضرور اچجان".

ايئن چئي هوءَ وڃڻ لڳي، اختر هن کي سڏ ڪري روڪيو تہ ريشمان جي اکين ۾ جُهڙالي شام جهڙي اداسي، ڇلڪي رهي هئي،

"ريشمي، ٿورو ترس، مون کي بہ توسان هڪ ڳالهہ ڪرڻي آهي،"

"نا، بابو نا، هينئر نا، شام جو مان تنهنجو انتظار ڪنديس."

ايئن چئي، هوءَ تڪڙيون وکون کڻندي ڪاليج مان نڪري ويئي هئي، هن جو ڇيل جملو ڪا مهل تائين اختر جي سماعتن سان پڙاڏو بڻجي ٽڪرائجندو رهيو.

"بابو اڄ شام جو اسان جي خيمي ۾ ضرور اچجان."

هن جو ڇيل جملو اختر جي دل جي اٿاهہ گهرائين ۾ لهندو ويو. هو اڃان سوچن جي ڪُن مان ٻاهر نہ نڪتو هو جو ڪاليج جو ٽائيم بہ اچي پورو ٿيو. اوچتو ائين محسوس ٿيو ڄڻ سج لهي ويو هجي، ڄڻ رات اوچتو پنهنجي ڪاري چادر ڏينهن جي مٿان وجهي ڇڏي هجي، هن دريءَ مان ٻاهر نهاريو تہ آسمان تي گهاٽا سُرمئي ڪڪر ڪاهيندا پئي آيا سارو آڪاس ڪڪرن سان ڍڪجي ويو هو. برسات جي ٿڌي هوا سڄي ڪلاس کي مٽيءَ جي مهڪار سان مهڪائي ڇڏيو هو. هوا ڪافي تيز ۽ ٿڌي هئي، اختر پهريان خيمن ۾ وڃي ريشمان سان ملڻ پئي چاهيو ۽ پوءِ گهر وڃڻ. پر اڃا شام ٿيڻ ۾ ڪافي دير هئي، مينهن جي ڪري هو پهريان گهر آيو. وڏ ڦڙي سان مينهن شروع ٿي چڪو هو. ڪيترن ڪلاڪن تائين تيز طوفان ۽ وڏي گجگوڙ سان بارش هلندي رهي، سج لهڻ ۾ اڃا ڪجهہ دير هئي، جو مينهن ڪجهہ ساهي ڏني تہ هو سائيڪل کڻي خيمن ڏانهن روانو ٿيو. هن کي

ائين محسوس ٿي رهيو هو جڻ اج هن کي پنهنجي منزل ملڻ واري هئي،
"بابو اج شام جو اسان جي خيمن ۾ ضرور اچجان".

هن جي ڪنن ۾ ريشمان جا لفظ مٺو مٺو سرٻاٽ ڪندا رهيا. سامهون اتر جي تيز هوا هن جو رستو روڪي رهي هئي. اختر کي اج رستو معمول کان ڊگهو ٿيندو پئي محسوس ٿيو سائيڪل کي گرائونڊ ٽي اچي بيهاريائين، هن سائيڪل جي گهنٽي وڄائي ته سائيڪل جي گهنٽيءَ مان سڏڪا نڪري پيا. چئو طرف پاٽي ئي پاٽي هو ۽ ڪِن ڪِن مٿاهين جاين تي ڪِلن ڪوڙڻ جا نشان نظر اچي رهيا هئا. مينهن جي پاٽيءَ مٿان پلال ۽ بال پينن جا خالي ڪوڪا پُسيل حالت ۾ تري رهيا هئا. هوٽل جي سامهون واري شيشي تي مينهن جو پاٽي لڙڪن وانگر ليڪا ٺاهي رهيو هو هن ڪيسي مان اڇي رنگ جو رومال ڪڍيو جنهن تي ڳاڙهي رنگ جو گلاب اڪريل هو هن عينڪ لاهي عينڪ جا شيشا به صاف ڪيا ۽ پنهنجا نيڻ به.

❑

# خالي بيڊ

هن پنهنجي جيون جا چوٿيھ سال، پنهنجي آفيسرن جي خدمت ڪندي گذاري ڇڏيا هئا. زندگيءَ جي هن سفر ۾ ڪيترا آفيسر ايندا ۽ ويندا رهيا. پر علي نواز اُتي جو اُتي، صاحب جي آفيس جي درتي، ڏيان سدائين در ۾ لڳل گهنٽيءَ ۾.

"حاضر سائين، جي سائين، آيو منهنجا سائين"

ڪندو رهيو.

علي نواز هڪ زنده دل، خوش مزاج انسان هو هن سدائين اداس جهولن ۾ ٽهڪن جا ڦول وڌا هئا. حيثيت ۾ تہ هو معمولي پٽيوالو هو. پر سوچن جي حوالي سان هو تمام وڏو انسان هو باذوق ايڏو هو جو هن وٽ سوَن جي تعداد ۾ فوني جا رڪارڊ سنياليل هئا. سنڌي اردو ڪلاسيڪل توڙي نيم ڪلاسيڪل جو خزانو هوندو هو علي نواز وٽ. هڪ ڀيري استاد محمد جمن جي رڪارڊنگ جي خبر پيس سو آفيس مان موڪل وٺي ڪراچي ٽي وي سينٽر تي ويو هو. ۽ استاد کي اجرڪ پارايائين ۽ استاد بہ هن کي هڪ پيار پريو ياڪر پائي ۽ هن سان هٿ ملايو هو جنهن جو ذڪر هو هر نئين ماڻهو سان فخر وچان ڪندو هو هو جڏهن بہ آفيس ۾ پير رکندو هو تہ آفيس وارن کان پنهنجا سمورا درد وسري ويندا هئا. آفيس وارا سڄو ڏينهن هن سان چرچا گهيا پيا ڪندا هئا. ۽ سهپ ۾ بہ علي نواز وٽ ڪا سمنڊ جيڏي دل هئي، هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو صبح جو هو جيئن ئي آفيس ۾ آيو تہ هن جو موڊ تمام خراب هو ۽ اچڻ سان سڌو ويو صاحب جي چيمبر ۾ ۽ دانهن ڏيندي چيائين.

"سائين هي اوهان واروگن مين هاٽي منهنجي هٿان مرندو"

"ابا ڇو خير تہ آهي؟"

صاحب حيران ٿيندي پڇيو.

"سائين ڪالهه ڇا ٿيو جو شام جو آءُ مٽي ۾ ڪاري ميندي وجهي اچان مس واندو ٿيو هوس، جو در کڙڪيو"

هن فرياد ٻڌائڻ شروع ڪيو

"در جو کولي ڏسان ته اهو پاڻ وارو گن مين بيٺو هجي، پڇيو مانس ابا ڪر خبر ڪيئن پلجي پيو آهين،"

ته هن چيو

"ماما، هتي ڪنهن ڪم سان آيو هوس، سو هتان جو گذر ٿيو ته سو چيم ته ماما کي سلام ڪندو وڃان پيو مڙئي خير آهي."

سو مون چيومانس،

"پوءِ بيهه ڪٿ پٽ ڪيڏان ته ڪچهري به ڪيون ۽ چانهه به پيون."

سو مون کي چيائين

"واهه ماما واهه، هاڻي هن ڪِني ڏپ واري گهٽيءَ ۾ مون کي ويهاريندين."

مون چيو مانس.

"نه ته ڇا توکي گهر وٺي هلي ويهاريان"

مون کي چئي.

"ماما وٺي هلندين ته ڇا ٿي پوندو اندر به منهنجي مامي ويٺي آ"

سائين پوءِ مون هٿ ٻڌي چيو مانس

"ابا ويهين ته ڪٿ ڪيڏان باقي گهر مان به ڪونه وٺي هلندو سانءِ"

"سائين اِهي اٿوَ اوهان واري گن مِين جا حال".

"وچ هيڏي سڏ ڪرينس ته مان ٿو خبر وٺانس."

صاحب به مصنوئي ڪاوڙ ڪندي چيو صاحب جي چيمبر مان نڪري گن مين کي سڏ ڪيائين

"هل صاحب تو سڏئي"

"ماما ڇو خير ته آهي؟"

گن مين پڇيو

"هل هل اندر پاڻهين خبر پئجي ويندئي".

هو بہ ڪوڙو ڏپ ظاهر ڪندي، صاحب جي چيمبر ۾ داخل ٿيو ۽ چيائين تہ اڄ صاحب پاڻ بہ وڏي موڊ ۾ آهي.

"ابا تنهنجي دانهن ملي آ."

صاحب چيو.

"سائين الائي ڪهڙي؟"

صاحب علي نواز ڏانهن اشارو ڪيو ۽ پنهنجي ڪل تي ڪنٽرول ڪندي چيو.

"چوي ٿو ڪالهہ مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي"

صاحب مختصر فرياد ٻڌايو

"سائين اوهان پاڻ فيصلو ڪيو ماما علي نواز ڪالهہ مون کي هڪ ڪني ڏپ واري گهٽيءَ ۾ پئي ويهاريو سائين مان اُتي چو ويهان ها، سائين، ماما علي نواز مون کي چانهہ نہ پياري تہ مڙيئي خير آهي، هاڻي ماما علي نواز کي منهنجي طرفان ٻارن ٻچن سوڌي دعوت آهي، پوءِ ڏسو تہ مان ڪيئن ٿو گهر ۾ ويهاري ماما ۽ مامي جي خدمت ڪيان."

"سائين ڏسو پيا اوهان جي منهن تي چا پيو چوي".

علي نواز دانهن ڪئي،

"سائين جي هاڻ پاڻ نہ ايندو تہ پوءِ مان ٿو ٽانگو پري وچانس، هاڻ ماني کائي يا ڪارائي."

پوءِ هجن علي نواز جون دانهون، صاحب جا ۽ گن مين جا ٽهڪ.

"سائين مون فيصلي کان ٿي بس ڪئي، هي آهي، وڏو زور آور ماڻهو الاءِ ڪنهنجا ٻار وني اچي لهي منهنجي گهر ۾ مون واري زال بہ ڏسي وجي".

بس پوءِ هر طرف ٽهڪن جي خوشبو ڦهلجي ويندي هئي.

ڪڏهن ڪو ڪلارڪ چوندو هوس تہ

"علي نواز تون ڏاڪڻ وٽ لڪي ٿو چانهہ پاڻيءَ جا پئسا وٺين. خبر اٿئي قيامت واري ڏينهن تنهنجي گناهن ۾اِها ڏاڪڻ بہ ٽُرندي"

سگريٽ جو هڪ وڏو سوٽو هٽي ڪلي چوندو هو.

”ايڏي وڏي ڏاڪڻ ملائڪن ڪان ڪيئن ڪڇندي ۽ جيسين قيامت ايندي تسين هي ڏاڪڻ الاءِ ڪٿي وڃي پڄندي“.

اڄ سڀ ڪجھ ساڳيو هو پر علي نواز جي سڏن جي روشني نہ هئي، هن جي ٿڪن جي خوشبو نہ هئي، پر هو پاڻ بہ نہ هو عيد اچڻ کان مهينو اڳ پيو پور پچائيندو هو

”صاحب تمام پلو ماٺو آهي، مٿين ڪمائي بہ ڏاڍي اٿس، هن عيد تي ضرور نٽ ڪرائيندو. بہ ٽي هزار ڏيندو تہ ٻارن ٻچن جا عيد جا ڪپڙا ٿي پوندا“

”علي نواز جي پگهار جيڪا جاءِ جي مسواڙ بجلي ۽ گيس جي بلن مان ڪجھ بچندي هئي تہ گهر لاءِ سيڌو سامان وٺي ايندو هو نہ تہ ساڳي اوڌر سڄو مهينو پيو قرض وٺندو هو ۽ پاڻ کي صاحب جي خرچين جا ڪوڙا دلاسا ڏيئي پيو پنهنجي دل پرپائيندو هو ويچاري علي نواز کي ڪهڙي خبر تہ هن جو صاحب جيڪو پاڻ ئي ٻن زالن جي گهاٽي ۾ قاتل هو ۽ صاحب سان جيڪا ويڌن هئي، اڄ تہ صاحب جو موڊ تمام خراب هو. هر ڪنهن کي پئي ڏاڙهئين، ٿوري دير اڳ ۾ تہ بلڪل نيڪ هو ها،اِها جيڪا ٿوري دير اڳ ۾ ڪراچيءَ واري گهر مان فون آئي هئي، اهو سڄو ان جو ڪمال هو فون تي حڪم ٿيو هو تہ صاحب جي ياجائي هڪ لک رپين جي شاپنگ ڪري آئي آهي، ان ڪري هاڻ صاحب جي گهر واريءَ کي ٻن لکن جي شاپنگ لازمي ڪرڻي هئي، نہ تہ صاحب جي گهر واريءَ جو ڪنڌ هيٺ ٿيڻ جو وڏو خطرو هو ۽ صاحب کي هر حال ۾ بيگم جو ڪنڌ مٿي ڪرڻو هو سو صاحب کي تہ ڪو اسٽاف وارو ياد ئي ڪونہ هوندو هو پر علي نواز ايڏو سادو ۽ معصوم جو عيد کي ڪيئي ڏينهن گذري وڃن، تڏهن بہ هن جي غربت هن کي ڪوڙا خواب ڏيکارڻ کان ڪانہ مڙندي هئي.“

”متان صاحب کان ڳالھ وسري ويئي هجي، ۽ ڪيڏي مهل پاڻ ئي ڪوني ۽ ڪيسي ۾ هٿ وجهي ڳاڙها، ڳاڙها نوٽ ڪڍي چوي علي نواز هي تنهنجي عيد جي خرچي. يار علي نواز معاف ڪجانءِ عيد تي تڪڙو هليو

ويو هوس،"

پر اهڙي ڪابہ عيد علي نواز لاءِ ڪانہ آئي. ۽ ها پوءِ هڪ ڏينهن علي نواز بہ آفيس ڪونہ آيو. هڪڙي درخواست آئي هڪ مهينو موڪل جي ۽ پوءِ ڪيترائي مهينا گذري ويا علي نواز نہ موٽيو. اسپتال جي وارڊ ۾ موجود. هر بيڊ جي چوڌاري چار پنج ماڻهو ويٺا هوندا هئا. پر هڪڙي علي نواز جو بيڊ ئي ماڻهن کان خالي هو هي اهو بيڊ هو جنهن کي صرف خوابن جو گهيرو هو. يا رڳو هاسپيٽل اسٽاف. وارڊ بوائي، نرسون. ڊاڪٽر. پنهنجي ٽائيم تي آيا پئي، ۽ هڪ اداس مريض کي سُيون هڻي، چارٽ ۾ ڪجهہ لکي ويندا رهندا هئا. بيمارين جا ميلا هن جي جسم ۾ وڃن پيا ڏينهون ڏينهن پنهنجو بازارو لڳائيندا. شگر. بلڊ پريشر. ڊپريشن. هلڪو تپ. مٿي جو سور ۽ الاءِ ڇاڇا؟

پهريان ڪجهہ ڏينهن هن جي وفادار ۽ سگهڙ گهر واري، پنهنجو اڌچريو پٽ ساڻ ڪري ايندي هئي، ۽ ڪڏهن سَيون. ڪڏهن ماني. تريل بيدا. تہ ڪڏهن تريل پٽاٽا هن لاءِ آڻيندي هئي. پوءِ علي نواز پاڻ ئي پنهنجي گهر واريءَ کي چئي ڏنو.

"اِهي سئو روپيہ رڪشي جا بہ روز روز ڪٽان ايندا. منهنجي لاءِ ڪجهہ نہ آڻيندي ڪر. اهي بہ تي روپيہ بہ ٻچن کي ڪاراءِ مون کي اسپتال پاران ماني ٽِڪي ملي ٿي. تون پريشان نہ ٿي آءٌ چڱو ڀلو ٿي جلدي گهر موٽي ايندس. توهان ڀيهر اسپتال نہ اچجو."

هن جي گهر واري ڪافي دير تائين ڪنڌ هيٺ ڪيو علي نواز جون ڳالهيون بہ ٻڌندي رهي ۽ رئو منهن تي ڏئي سڏڪندي بہ رهي، نيٺ نير وهائيندي گهر هلي ويئي.

ڪجهہ سالن کان هن کي پير جو هڪ ننڍڙو زخم ستائيندو رهندو هو پرهن ڪڏهن بہ هن تي ڌيان نہ ڏنو نيٺ جڏهن سجو سارو پير ڳرو محسوس ٿيڻ لڳس، تڏهن وڃي هن اک پٽي ۽ وڃي اسپتال ۾ داخل ٿيو. ٽيسٽن جي نتيجي کان پوءِ ڊاڪٽر هن کي ٻڌايو تہ

"معاملو خراب ٿي ويو آهي ۽ مسئلو گهڻو اڳتي وڌيل آهي ۽ تنهنجي

پير جو آپريشن ٿيڻو آهي، ڪو ماڻهو هجئي تہ پاڻ وٽ گهرائي وٺ“.

علي نواز ڊاڪٽر جي ڳالهہ ٻڌي ٿڌو شوڪارو ڀريو ۽ خاموش رهيو. اکين ۾ عجيب اداسيءَ جي موسم ڇانيل هيس. هڪڙو ننڍو پاءُ هوندو هو. اهو بہ مون ڪان اڳ ۾ وارو وڃائي هليو ويو. مائٽن جا حال اِهي آهن. هيترا ڏينهن ٿيا آهن جو ڪو پڇڻ ئي ڪو نہ آيو آهي، سو ڪير اچي مون سان اسپتال ۾ رهندو. ڪير ڪنهن جو ناهي،”هن دل ئي دل ۾ سوچيو“. جڏهن مائٽ ئي سار نٿا لهن. تہ پوءِ آفيس وارن ۽ دوستن تي ڪهڙي ميار. هن جي سوچن جو سلسلو هر وقت جاري هو هن جو اکيون هر وقت در ۾ اٽڪيل هونديون هيون. نہ ڄاڻ هن کي ڪنهن جو انتظار هو هن جي سوچن جو رُخ هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي نئين آيل صاحب ڏانهن هليو ويو. جيڪو وڏو حاجي ۽ نيڪ نمازي هو.

۽ هي ڇا سچ پچ گيٽ جو درکلي ٿو اڳيان صاحب. پويان ڪلارڪ. پٽيوالو جن جي هٿن ۾ ميوات جا وڏا شاپر، ڪيڪ. مِنايون ساڻ ڪيون سڌو علي نواز جي بيڊ تي اچي ويهي ٿو. ۽ علي نواز ڏاڍو خوش، صفا هشاش بشاش ٿي ويو.

”ابا علي نواز ڪيئن آهين“؟

”سائين الله جو شڪر آهي“.

”ابا ڪنهن شئي جي ضرورت هجئي تہ حجاب نہ ڪجان. ڪابہ تڪليف هجئي تہ مون کي ضرور ٻڌائجان“.

۽ پوءِ صاحب کيسي ۾ هٿ وجهي، ڪجهہ نيرانوٽ ڪڍيا ۽ علي نواز جي کيسي ۾ زوريءَ وجهي ڇڏيا. علي نواز صاحب کي روڪڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي.

”نہ سائين نہ. اوهان اڳ ۾ ئي ايترو خرچ ڪري آيا آهيو نہ پئسا نہ ڏيو“.

”اي چاچا، ڪنهن سان پيو ڳالهائين. خواب پيو ڏسين ڇا. اُٿ. بابا، اُٿ اڄ آپريشن ٿيڻو اٿئي.“

هن کي هڪ وارڊ بوائي خواب مان جاڳائيندي چوي ٿو.

آپريشن واري ڏينهن تائين هو وارڊ واري در ۾ اکيون کپايو در ڏانهن پاسو ورايو ستو رهيو. ماڻهو ايندا رهيا ويندا رهيا پر هين وٽ. هن جي اکين ۾ نہ لڙڪ هئا، ۽ نہ ئي چپن تي ڪنهن لاءِ ڪا شڪايت، ها، هن جي اکين ۾ ڪجھ خواب هئا، پنهنجي گهر کي پڪو ڪرائڻ جا، پنهنجي گهرواري کي سونيون چوڙيون وٺي ڏيڻ جا، پنهنجي پٽن کي پڙهائي آفيسر ٺاهڻ جا، ۽ هن جي اکين ۾ انتظار هو. سٺن ڏينهن جي اچڻ جو هورِيان هورِيان سڀ خواب ۽ سڀ انتظار هن کان پنهنجو هٿ ڇڏائي ويندا رهيا. هن جا پير ڪجھ دير هيڏانهن هوڏانهن جُتي ڳوليندا رهيا، ۽ پوءِ جتيءَ ۾ پئجي ويا. آس پاس جي بيڊ وارن کان هن ڏاڍيءَ سڪ سان موڪلايو. جن هن جو تمام گهڻو خيال رکيو هو هِن هنن کان موڪلائڻ ضروري پئي سمجهو. هِن جڻ هنن کان هميشہ لاءِ پئي موڪلايو هُن کي هِن دنيا تي ڏاڍي حيرت ٿي هئي. هن جڻ واپس نہ اچڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هُو هورِيان هورِيان هلندو آپريشن ٿيئٽر جي در وٽ اچي بيٺو ۽ ٿورو ترسي پوئتي هڪ نهار وڌائين ۽ خشڪ چپن تي هڪ پُر درد مُرڪ آڻي آپريشن ٿيئٽر ۾ اندر هليو ويو.

❑

# تيون نسل

شرنائيءَ جا مِنا مِنا آواز ننڍي هوندي کان ئي هن جي حواسن تي ڇانيل هئا. سُرن جو ذائقو هن لاءِ سيني ذائقن کان نرالو هو. هن جو پيءُ فقير ڪوڙو خان جڏهن بوسڪي جو پٽڪو ٻڌي، ٽڪ واري رلي وڇايل کٽ تي ويهي، شرناءِ نهايت پيار سان پنهين هٿن ۾ جهلي ڦوڪ ڏيندو هو ته تر جي سڄي ماحول کي سُرن جي خوشبو سان واسي ڇڏيندو هو. سڄي ڪائنات ڄڻ سرن ۾ ويڙهجي ويندي هئي، ۽ ننڍڙو شمن، پنهنجي بابا جي کٽ جي سامهون، هيٺ پٽ تي ڪاٺ جي منجي تي ويهي، ٻئي پنهنجي هنج ۾ رکي، پنهنجون ننڍڙيون گول مٿول مٺون، پنهنجي پٽڪڙي هٿن ۾ جهلي، نهايت ڌيان سان، پنهنجي بابا جي شرنائيءَ جي سرن ۾ وڃائجي ويندو هو. گهر جا ٻيا ڀاتي جن ۾ هن جي امڙ، ڇاڇا، ڇاڇيون ننڍڙي شمن کي ڏسيو پيا نرندا هئا، ۽ سندس سُرن ۾ وڃائجي وڃڻ تي به ڏاڍا خوش پيا ٿيندا هئا. سڄي تر جون خوشيون فقير ڪوڙي خان کان سواءِ ٻُسيون ۽ اڌوريون هونديو هيون، ڇنيون هجن، طهر يا شاديءَ جي وهانون جا ڪاڄ، فقير ڪوڙو خان ئي وڃي اُنهن ۾ ميلا مچائيندو هو. فقير ڪوڙي خان جا ٻه ڀائر سدورو خان ۽ سوڀارو خان به ڊُهل ۽ ڏُڪڙ جا وڏا ماهر فنڪار هئا. شرنائيءَ سان گڏ ائين پيا وڄت ڪندا هئا، جو ٻڌندڙن تي عجيب خوشيءَ ڀريل ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي، خوشيون ورهائي، جڏهن نوٽن سان ڀريل جهول ڪٽي گهر ايندا هئا، ته ايڏا خوش هوندا هئا، ڄڻ ڪو پنهنجو گهوٽ پرڻائي آيا هجن. ٻه ٻه مهينا اڳ فقير ڪوڙي خان کي ڀتن ۽ ڪاڄن جون پارتون ٿي ويندڙيون هيون. ڇا ته ڀلوڙ زمانو هو. نه ڏاڙا نه ڦرون نه ئي قبائلي جهڙن جو تصور. سالن ۾ ڪا رڏ ٻڪري جي چوري ٻُڌبي هئي، ڳوٺن ۾ سيني ذاتين توڙي مذهبن جا ماڻهو پاڻ ۾ ڀائرن وانگر رهندا هئا.

نسلي، مذهبي ڪو بہ مت ڀيد نہ هو عيدون هجن يا ڏياريون، سيئي ڏهاڙا، سيني ۾ گڏجي خوشيون ورها ئيندا هئا.

ڪوڙو فقير هر ڪنهن لاءِ معزز ۽ معتبر هو هرڪو ڪوڙي فقير کي ٻارن ٻچن ۾ ايئن وٺي وڃي شرنايون وڄرائيندو هو ڄڻ ڪوڙو فقير انهن سيني گهرن جو ڀاتي هجي، شادين ۾ گهر ڏياٽيون شرنائي جي سُرن تي ايئن نچنديون هيون، جيئن پکي هوا ۾ اُڏامندا آهن، جيئن سنڌؤ ۾ ٻيڙيون ترنديون هجن، ڳيچ ڳائينديون کيچلون ڪنديون، ننڍيون، نيٽيون هڪ جيڏين جي مٿان پيون نوٽ رکنديون هيون ۽ ڪوڙو فقير نهايت احترام سان مرُڪندي، اُنهن جي مٿي تي دعا جا هٿ ڦيري، نوٽ بہ کڻي ونندو هو، سڄي جمار ڪاڄن تي شرنايون وڄائيندي، اُنهن شادين ۾ ڪڏهن گهوٽ جي ڀيڻرن جا لٿل مُنهن ۽ مائرن جا خوشيءَ مان ٻهڪندڙ چهرا بہ پڙهي ونندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪٿي حجت ڪري پڇي بہ ونندو هو

”رب ڏنا، ڇو ڀلا پٽ جي شاديءَ تي بہ منهن لٿو پيو اٿئي، هٿ ئي مٿي نٿو کڻين ”؟“ ڪوڙا خان ڇڏ انهيءَ ڳالهہ کي، اها مِٽي منهنجي زاال، پٽ جي ڇوڙ تي ڏارين مان ڪئي آهي،“

ڪوڙي خان کان ڪو بہ ماڻهو پنهنجي اندر جو احوال نہ لڪائيندو هو.

اِهي سيئي لقاءَ ڏسندي، حيا جا سبق پڙهندي، شمن فقير وقت سان گڏ، ننڍي ٻوٽي مان وڏي هڪ ميويدار وڻ ٿي پيو هو پنهنجي اَبي جي ڪلهن سان اڇي ڪُلها ملايا هئائين، هاڻ ڪوڙو فقير جي ڪنهن جاءِ تي نہ بہ وڃي سگهندو هو تہ شمن فقير وڃي اُنهن شادين کي سُرن سان سينگاريندو هو، ڪڏهن ڪڏهن ڪوڙو فقير هڪ ڳوٺ ۾ تہ شمن فقير ٻئي ڳوٺ ۾ وڃي پيا سُر وکيريندا هئا، پر جي اتفاق سان ڪنهن هڪ جاءِ تي گڏجي پوندا هئا، تہ ماڻهن مان واهہ واهہ جا ڪوڪريا ڪيرائي ڇڏيندا هئا، پيءُ ۽ پٽ جي شرناءِ تي سُرن جي پلٽن جا اهڙا تہ وسڪارا ٿيندا هئا، جو ماحول ۾ صفا آڳ لڳائي ڇڏيندا هئا، ماڻهن جون دانهون نڪري ويندون هيون،

”واهہ ڙي شمن واهہ اج تہ صفا مت پڇي ڇڏيئي“.

پر جي مند سياري جي هوندي هئي، پوءِ تہ اوسي پاسي جا سيئي ڳوٺ

سُرن جي گرميءَ سان ڀري پوندا هئا. سُرن جي خوشبو سَوڙ ۾ سُتل ماڻهن کي بہ مهڪائي وجهندي هئي. جهونا پنهنجين سَوڙين مان پيا هڪلون ڪندا هئا.

”واھہ ڪوڙا خان واھہ تنهنجي شرناءِ“.

تر جا زميندار فصل لهڻ تي هنن راج جي فقيرن کي ڪڏهن بہ نہ وساريندا هئا. ڪڻڪ توڙي ساريون يا سايون ڀاڄيون هجن گهر ويٺي پيا موڪليندا هئا.

وقت ڪنهن تيز نديءَ جي وهڪري جيان گذرندو رهيو. ايئن زندگيءَ جي ريل گاڏيءَ مان نہ ڄاڻ ڪڏهن ڪوڙو خان ڪنهن تڪڙي مسافر جيان، پنهنجي اسٽيشن تي لٿو هليو ويو ۽ پنهنجي سيٽ تي پنهنجي پٽ شمن فقير کي ويهاري ويو. ڪوڙو فقير پنهنجي پوٽي ڏسڻ جا خواب بہ پنهنجي نيڻن ۾ سمائي هليو ويو. ڪوڙي فقير جي وفات جي ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ شمن فقير کي پٽ ڄائو پوءِ ان خوشيءَ ڪافي حد تائين ڪوڙي خان جي وڇوڙي جي گهاءُ کي ڀري ڇڏيو هو.

سانوڻ بہ نيٺ اسڪول وڃڻ جهڙو ٿيو. ۽ جنهن ڏينهن شمن فقير پنهنجي نيڻن جي ٺار کي اسڪول داخل ڪرائي آيو هو ان ڏينهن هو گهڻي دير تائين شرناءِ وڄائيندو رهيو هو. سُرن جي لَهرن ۾ تہ ڪڏهن پنهنجي بابا جي يادگيرين ۾ لڙهندو رهيو. سُرن سان گڏ هن جي نيڻن مان بنا باد لن جي برسات بہ هلندي رهي. اِها خبر نہ پئي تہ اها برسات ڪنهن پل شروع ٿي، پر ختم ان پل ٿي، جنهن وقت سانوڻ جي ماءُ اچي پنهنجي ساڄي هٿ جي ترِي شرناءِ جي مُنهن تي رکي هئي.

وقت گذرندو رهيو موسمون بدلبيون رهيون. پُل هيٺان نہ ڄاڻ ڪيترو پاڻي گذري چڪو هو پر شمن فقير پنهنجي بابا جي شرناءِ کي ڪڏهن بہ ميرو ٿيڻ ڏنو ۽ نہ ئي شرناءِ جي آلاپن کي ڪڏهن ڏيمو ٿيڻ ڏنو. سانوڻ خيرن سان اسڪول کان ڪاليج تائين وڃي رسيو هو. سانوڻ پنهنجي جيون مان ڏاڍو خوش هو. سانوڻ کي خوش هجڻ بہ گهر جي ها. ڇو تہ هن جي بابا هن کي ڪنهن قسم جي تڪليف اچڻ نہ ڏني هئي. پئسا ڏوڪڙ هجن يا

ڪپڙا لتا هن جي بابا سدائين هن جي هر خواهش جو احترام ڪيو هو.

هن کي بہ پنهنجي بابا سان ڏاڍو پيار هو پر هن کي پنهنجي بابا شمن فقير جي شرناءِ وڄائڻ قطعي پسند ڪونہ هو. پنهنجي بابا سان بي اِنتها پيار هجڻ ڪري، هو ان ناپسنديدگي جو ڏيبل اظهار ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ماءُ سان ڳرانڙي پاءِ ڪندو هو.

"امان بابا کي چئو شرناءِ نہ وڄائي اسان تي ماڻهو کلن ٿا".

"پر، ابا، چو نہ وڄائي پٽهين ڪو نئين مان تہ شرناءِ ڪونہ ٿو وڄائي، اِها تہ تنهنجي ابن ڏاڏن کان وڄائيندا اچن".

ماءُ پيار مان چيَس

"امان، او منهنجي منڙي امان، تون نہ ٿي سمجهين مون ڪاليج ۾ سيني دوستن کي ٻڌايو آهي تہ منهنجو بابا تر جو وڏو زميندار آهي".

"پر ابا تنهنجو بابا زميندار نہ آهي، تڏهن بہ توکي زميندارن جي پٽن کان گهٽ تہ ڪين پانيو اٿس، توکي شابس هجي ابا، هيڏا خرچ پکا ڪري، پاڻ کي لنگهڻ ڏيئي، توکي پڙهايوسين، تنهنجا سيئي انگل پورا ڪياسين، اُنهيءَ جو اِهو اُجورو ڏنو اٿئي. توکان تہ پوءِ اُهي اڻ پڙهيا چڱا چئبا جيڪي پنهنجي ابن ڏاڏن جي پورهئي، کان ڪريپ تہ نٿا ڪن."

سانوڻ جي ماءُ جي جيري کي ڄڻ باهہ لڳي ويئي هئي.

"او امان امان اهو ڪو سنو ڪم نہ آهي، ماڻهو اسان کي گهٽ ذات ٿا سمجهن، ، ميراثي ۽ مڱڻهار ٿا سمجهن".

"اڙي نياڳا پوءِ اسان پنهنجي ذات بہ نہ سڏايون ڇا؟، اسان ست پيڙهائتا ميراثي ۽ مڱڻهار آهيون، تہ ماڻهو اسان کي ميراثي ئي سڏيندا نہ. يا تون پڙهيئين تہ اسان سيد ٿي پياسين.اها شرناءِ وڄاءِ وڄاءِ تنهنجي ابي توکي ان منزل تي رسايو آهي، هاڻ توکي اِها شرناءِ نٿي وڻي، سياڻي چئجان تہ امان بہ پوڙهي ٿي وئي آهي، مون کي اها بہ ڪانہ ٿي وڻين."

"او امان، منهنجي چري امان، منهنجو اِهو مطلب نہ آهي، تو ۾ تہ منهنجو ساهہ آهي،"

ايئن ماءُ ۽ پٽ جو اِهو جهيڙو سدائين هلندو رهندو هو.

سانوڻ نندي هوندي کان ئي پنهنجي مامن وٽان مڱيل هو. هاڻ سندس ماماڻن جا نياپا به اچڻ لڳا ته،

”اسان کان هاڻ پنهنجي امانت وٺي وڃو ته جيئن اسان جن ڪلهن تان نياڻي جو بار لهي“.

”سانوڻ دل ۾ ته راضي هو پر ظاهري طرح ٽارڻ لڳو.“

”اول روزگار سان ٽيان. پوءِ پرڻبس.“

”ماءُ ۽ رب کان ڪجهه به نه ٿو لڪائي سگهجي. ماءُ جي سمجهائڻ تي هن نيٺ ها ڪئي، پر هڪڙو شرط به ماءُ سان رکيائين“.

”امان بابا کي چئو ته منهنجي شادي تي شرناءِ نه وڄائيندو.“

”ماڻس به هن جي دل رکڻ لاءِ هن سان ڪٺي ها ڪئي“.

”مان بابنهين کي پاڻهين ئي سمجهائينديس“.

نيٺ اهو ڏينهن به اچي ويو جنهن ڏينهن کي ڏسڻ جو ارمان هر ماءُ ۽ پيءُ جي دل ۾ هوندو آهي، ۽ جنهن ڏينهن جا خواب مائرون ڄڻيءَ جي ڏينهن کان ڏسڻ شروع ڪنديون آهن. سڄي ويڙهي ۾ اوسي پاسي جي مهمانن جي اچڻ سان جهڙوڪ ميلو متل هجي. سڄو ويڙهو خوشين ۾ مگن هو ويڙهي جي پرسان وڏا چوڪنڊا شاميانا لڳي چڪا هئا. شاميانن ۾ مهمانن جي ويهڻ لاءِ ۽ ماني کائڻ لاءِ ڪرسيون ٽيبلون لڳايون. ويون هيون. چلهي جي پرسان ديڳون رڌجي رهيون هيون. ديڳن ۾ ڪفگير گهمائڻ تي برياني، زردي ۽ پاجيءَ جي سُرهاڻ سيني مهمانن جي صبر جو امتحان وٺي رهي هئي. مهمانن جو گرم جوشيءَ سان استقبال ٿي رهيو هو سانوڻ. سانوڻ جا چاچا ۽ ماما سيني مهمانن کي ڀاڪرن ۾ ڀري آجيان ڪندا رهيا. مووي ڪئميرا وارو وائرون سنڀاليندو هڪ اک ڪئميرا ۾ اٽڪائي مهمانن جا پوز وٺندو رهيو. مهمان ڪافي تعداد ۾ اچي چڪا هئا. انهن ۾ سانوڻ جي ڪاليجي دوستن جو انگ به چڱو خاصو هو.

پر اُنهن سيني ۾ شمن فقير ته هو ئي ڪو نه. شمن فقير ڪيڏانهن ويو هو. اڄڪي هي شمن فقير پنهنجي گهر جي ڪنڊ ۾ پيل صندوق مان ڇا پيو ڳولي. شمن جا ٻئي هٿ صندوق مان ٻاهر نڪتا ته هڪ هٿ ۾ بوسڪيءَ

جو پٽڪو ۽ ٻئي هٿ ۾ هڪ خوبصورت شرناءِ هئي، شرناءِ کي پنهنجي پاسي ۾ رکي، ٻنهين هٿن سان پٽڪو ٻڌڻ شروع ڪيو تہ سانوڻ جي ماءُ هن کي ايلاز ۽ منٿون ڪرڻ لڳي،

"سانوڻ جا پيءُ الله کي مڃ، اڄو ڪو ڏينهن مُڙ، رب جي واسطي اڄ شرناءِ نہ وڄائجان، نہ تہ ڇورو ڇتو ٿي پوندو".

شمن فقير جڻ اڄ ڪجهہ ٻُڌو ئي نٿي. سنڌي ٽوپيءَ مٿان بوسڪيءَ جو پٽڪو هن کي ايئن سونهي رهيو هو جڻ ڪو راڄ جو راڻو هجي، شمن فقير کي ياد هو تہ هن جي شاديءَ کان ڪيئي ڏينهن اڳي هن جي بابا شرناءِ وڄائڻ شروع ڪئي هئي، ويندي شاديءَ جي ڏينهن تائين.

سانوڻ نہ ڄاڻ ڪهڙيءَ ڳالهہ تي پنهنجي دوستن سان ڪل ۾ ويڙهيو پيو هو ۽ هن جا سڀ دوست بہ هن سان ٺهڪن ۾ شامل هئا. تہ اوچتو هڪ سُريلي شرنائيءَ جو آواز سيني جي ڪنن ۾ رس پرڻ لڳو. سانوڻ جي مُنهن جو پنوئي لهي ويو، سانوڻ جو منهن تمام گهڻو خراب ٿي ويو. هو اڃا اُٿڻ جو سوچي ئي رهيو هو تہ شمن فقير پنهنجي بهترين لباس ۾ وڏي سريلي انداز سان شرنائي وڄائيندو اچي مهمانن آڏو ظاهر ٿيو. سانوڻ نہ ڪئي هَمَ نہ تم، اٿيو ۽ ڏاڍي بي رحميءَ سان، شمن فقير کان شرناءِ کسي پنهنجي پيرن هيٺان ڏيئي ٽڪر، ٽڪر ڪري ڇڏي، هن کي ايئن لڳو جڻ شرنائي سان گڏ هن جي پيءُ جو روح بہ ٽُڪر ٽُڪر ٿي ويو هجي.

"واهہ جو شرنائي پيو وڄاءِ ڪير آهي؟"

سانوڻ جي هڪ دوست سوال پڇي سانوڻ کي خوفناڪ خواب مان ڇرڪائي، جاڳائي وڌو، سانوڻ ڏٺو تہ هن جا ڪافي دوست شرناءِ جي مٿيءَ ڌن تي جهمريون هڻي رهيا هئا، شرناءِ سان گڏ ڍُهل جي ڌڌڪن جڻ ميلي جهڙو ماحول ٺاهي ڇڏيو هجي، شمن فقير اڄ ڏاڍو خوش هو سڄي دنيا کان بي پرواهہ ڪنهن پکي وانگر سُرن جي آڪاش تي اڏامي رهيو هو شمن فقير کي ايئن لڳي رهيو هو تہ جڻ بابا ڪوڙي خان جو روح بہ اڄ سيني سان گڏ جهمريون پائي رهيو هجي. اڄ هن بہ سُرن سان سڄي فطرت کي نچائڻ تي چاهيو. ڪاليجي ڇوڪرا پنهنجي يار جي شاديءَ تي، اچي جو جهمرين

۾ پيا تہ بس ئي نہ پيا ڪن، سانوڻ جي چهري تان احساس ڪمتري جا بخار آهستي، آهستي لهڻ لڳا، هو تڏهن ويتر حيران ٿي ويو جڏهن سيئي دوست خوش ٿي هن کان پڇڻ لڳا.

”سانوڻ تنهنجي ڳوٺ ۾ هي هيڏو فنڪار ڪير آهي؟“

هڪ ٻئي دوست پڇيو

”يار سانوڻ ايڏي پلي شرنائي تہ اسان ڪڏهن ٻڌي ئي نہ آهي، مار هي تہ بسم الله خان جون سڪون پيو لاهي“.

”يار، ڏسو تہ سهي، اسان وٽ ڪيڏا وڏا فنڪار ٻهراڙين ۾ لڪا پيا آهن“.

ايڏي تعريف ٻڌڻ کان پوءِ سانوڻ جي زبان پاڻهين هلڻ لڳي،

”ادا، هي منهنجو بابا شمن فقير آهي“.

”هان، واقعي، اڙي حيف اٿئي، ايڏي وڏي ڳالهہ تو اسان کان لڪائي، سانوڻ توکي مبارڪون، تون وڏن ڀاڳن وارو آهين، جو اهڙي سُريلي ماڻهوءَ جي گهر تنهنجو جنم ٿيو آهي“.

ڪجهہ ڪاليجي ڇوڪرا هاڻ هو جمالو جي ڌن تي جهمريون پائي رهيا هئا، جڏهن شرناءِ بند ٿي تہ سيئي ڇوڪرا ڏاڍي احترام سان شمن فقير جا پير ڇُهندا، ڀاڪرن ۾ ڀريندا، مبارڪون ڏيڻ لڳا ۽ ڪي اخبارن جا وڏا پيڪيٽ ڦاڙي، انهن مان نوٽن جا هار ڪيڏي سانوڻ بدران، شمن فقيرکي پارائيندا رهيا. هارن پارائڻ کان پوءِ سانوڻ ۽ شمن فقير سان گڏجي گروپ فوٽو ڪيدرائيندا رهيا. انهيءَ مهل سانوڻ، شمن فقير جي پيرن تي ڪري پيو شمن فقير هن کي مٿي اٿاري سيني سان لاتو اُنهيءَ مهل ٻنهين پيءُ پٽن جي اکين ۾ لڙڪ هئا. پيءُ جي اکين ۾ خوشيءَ جا لڙڪ ۽ پٽ جي اکين ۾ نِدامت جا.

❑

## تمندڙ نيڻ

هوءَ هئي تہ منهنجي ناني، پر ان کان وڌيڪ منهنجي دوست بہ هئي، ۽ ساڳي وقت سڄي گهر ۾ منهنجي لاءِ هڪ اهم دفاعي مورچو ۽ منهنجي لاءِ هڪ ڍال بہ هئي، مون کي ياد آهي، جڏهن آئون پهريون ڀيرو اسڪول ويو هوس تہ منهنجي هڪ هٿ ۾ ڪتابن وارو ٿيلهو هو ۽ ٻئي هٿ ۾ ناني جي ٽڏي چيچ هئي، سنڌو درياهہ جي ڪپ سان اهو اسڪول اڄ بہ مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي، جنهن ۾ فرشتن جهڙو هڪ ٻاجهارو سائين، جيڪو پاڻ سان ڪتمنڙا بہ آڻيندو هو جيڪي هو ٻارن ۾ورهائيندو هو ۽ ٻارن کي ڏاڍي پيار سان پڙهائيندو هو. جڏهن گهر ۾ مون تي بلورن کيڏڻ تي پابندي لڳي هئي، ان وقت بہ سڄي گهر ۾ نانيءَ ڪانسوان ٻيو ڪير بہ منهنجا بلور لڪائڻ لاءِ تيار نہ هو. ناني ڇا هئي، منهنجي تہ سڄي ڪائنات هئي.

نانيءَ جي نيڻن جهڙي ڪاري رات جڏهن نيري آڪاش تي ڦهلبي هئي، تڏهن نانيءَ جي ساڄي ٻانهن منهنجو وهاڻو هوندي هئي، منهنجا ٻاراڻا سوال بہ جڻ نانيءَ لاءِ خوشيءَ جو بهانو هوندا هئا. نانيءَ جا ٻاڪر ۽ منيون منهنجي لاءِ خوشيءَ جو خزانو هوندا هئا.

”ناني، ناني جڏهن تنهنجي شادي ٿي هئي تہ تون ڪيتري هئين؟“

”ابا، مان وڏي جوان، جماڻ هئيس. ها. باقي تنهنجو نانو الله جنت ۾ جايون ڏيس، وڏو پهلوان ۽ قدارو مڙسالو هو. جڏهن مون کي لائون پيا ڏين تہ منهنجو مٿو تنهنجي ناني جي مٿي سان نہ پيو ٽڪرجي، پوءِ مون کي ٻن ٽلهن وهاڻن تي ويهاريو هئن. پوءِ تڏهن وڃي اسان برابر ٿياسين“.

”ناني، ناني ڀلا تنهنجو مڱڻو بہ ٿيو هو؟“.

ان ڳالهہ تي نہ ڄاڻ ڇو ناني هڪ وڏو ٽڏو ساهہ کڻندي هئي، پوءِ چوندي هئي،

”پٽ مگٽو منهنجو ٻئي هنڌ ٿيو هو پر اسان جي گهر وارن جي معمولي ڳالهين جي تڪرار تان مگٽو ٽٽي پيو هو.“
مونکي ايئن لڳندو هو ڄڻ اِها ڳالهه ڪندي نانيءَ جي ساهه جي تند ڪنهن اٽڪي تي بيهي رهندي هجي، ڄڻ ناني جو ساهه اچڻ، نه اچڻ جو فيصلو ڪندو هجي، ناني ڄڻ سَڪتي ۾ اچي ويندي هئي، ان پل نه ڄاڻ ناني ڪيڏانهن گم ٿي ويندي هئي، مون سان هوندي به، مون سان نه هوندي هئي، پوءِ مان گهبرائي، ناني ناني ڪري نانيءَ کي موٽائي وجهندو هوس.
اسان جو گهر شهر ۾ هو. جتي بابا جو ڪپڙي جو دڪان هوندو هو. اسان جو ڳوٺ شهر کان پري هو ناني اسان سان شهر ۾ رهندي هئي، ڳوٺان جڏهن، ڪمين ڪارين، مٽ مائٽ ايندا هئا. ته ناني ڏاڍي خوش ٿيندي هئي، مهمانن جي خدمت ڪري، اُنهن مٿان گهور پئي ويندي هئي، پر هڪ ڳالهه ته جي مهمان ٻن ٽن ڏينهن کان مٿي ترسندو هو ته پوءِ ناني بيزار ٿي پوندي هئي، منهنجي ناني هڪ وڏي هنرمند ۽ سگهڙ ناني هئي، اوڙي پاڙي جون ڪيئي مايون، رڳو نانيءَ جا ناهيل رلين جا نمونا ڏسڻ ايندين هيون اڳٽن جا اهڙا اهڙا نمونا تاجيءَ تي ٻرائين ڪندي هئي، جو ماين جو عقل حيران ٿي ويندو هو. ڪيترين مايون ته سامهون نهيل به رلين جا نمونا پاڻ ناهي نه سگهنديون هيون. نانيءَ جي رلين ۾ ڪائنات جا سمورا رنگ رقص ڪندا هئا. ناني رلين کي ايڏي ته چاهه سان ٽوپنيدي هئي جو ايئن پاسندو هو ڄڻ ناني اُنهن ۾ پنهنجا ٽٽل خواب. ٽوپنيدي هجي، هڪڙي ڀيري نانيءَ رليءَ تي ٽافين واري ٻرائين ڪيڍي هئي ۽ مون کي سڏي چيو هو
”اِهي ٽافيون توکي وڻنديون آهن نه؟“
۽ مون حيرت مان چيو هو.
”ناني هي هتي ڪيئن اچي ويون؟“
ناني کلي چيو هو.
”جادو سان“.
واقعي نانيءَ جي هٿن ۾ جادوهو.
رات جو ناني جي نرم ۽ ريشمي هنج ۾ سُمهي، ديون ۽ پرين جون

ڪهاڻيون ٻڌندو هوس، ۽ تصور ۾ اُنهن شهزادن سان گڏ ڪڏهن ڪوهه ڪاف تہ ڪڏهن بغداد جي شهر جو سير پيو ڪندو هوس. ۽ اُنهن شهزادن هٿان وڏن ظالم ديون ۽ جادوگرن جون مُنڍيون لهندي ڏسندو هوس، پرستان جي حسين پرين سان هوا ۾ اُڏامندي. اڪثر ناني مون کي ننڍ جي جادونگريءَ ۾ پهچائي ڇڏيندي هئي، ۽ اُنهن قصن ۾ اڪثر هڪ اهڙي شهزادي جو قصو بہ ٻڌائيندي هئي، جيڪو هڪ شهزاديءَ تي عاشق ٿي پيو هو. شهزاديءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ شهزادي جي پيءُ هڪ شرط رکيو هو. ڪوهہ ڪاف مان پارس پٿر ڪٽي اچڻ جو. شهزادو سوين ميل جهاڳي، ڪوهہ ڪاف جو اڙانگو پنڌ ڪري ڪيئي سالن جي سفر ڪانپوءِ اتي پهتو هو ۽ اُتي ڪنهن جادوگرياڻي شهزادي کي پٿر جو بُت بڻائي ڇڏيو هو ۽ اُها شهزادي اڃا تائين ان شهزادي جي انتظار ۾ ويٺي آهي، ۽ اِها ڳالهہ ڪندي بہ ڪوسا ڳوڙها، نانيءَ جي ڳلن تان ترڪندا، اچي منهنجي منهن تي ڪرندا هئا. ۽ ناني هڪدم پنهنجا لڙڪ اُگهي وٺندي هئي.

ها، نانيءَ کي مهمانن جو گهڻو ترسڻ ڪڏهن بہ سٺو نہ لڳندو هو پر ڪڏهن اسان وٽ نانو رمضان ايندو هو تہ ناني ڏاڍي خوش ٿيندي هئي، ۽ نہ رڳو خوش ٿيندي هئي، پر ناني بلڪل مٽجي ويندي هئي، مون کي ايئن ڀاسندو هو ڄڻ هيءُ اها مون واري ناني آهي، ئي ڪانہ. جيڪا مون کي هنج ۾ سمهاري آکاڻيون ٻڌائيندي آهي، نہ مون کي آکاڻيون ٻڌائي، نہ مون سان ڳالهيون ڪري، مون کي ائين لڳندو هو ڄڻ اسان جي گهر ۾ ڪا اجنبي عورت ڪاهي آئي هجي، جنهنجو مون سان ڪو بہ رشتو ناتو نہ هجي، ۽ هن جي سمورين دلچسپين جو مرڪز صرف ۽ صرف نانو رمضان هجي، ۽ هوءَ اوچتو پوڙهي نانيءَ مان مٽجي، ڪا جوان جماڻ عورت ٿي پوندي هئي، پاڻ کي ناهڻ، پائڻ ۽ سٺا سٺا طعام پچائي ناني رمضان کي کارائڻ ۽ نانو رمضان پلي ڪيترا بہ ڏينهن رهي، پر مجال آهي جو ناني ڪڏهن بيزار ٿئي، ۽ انهن ڏينهن ۾ ناني کي ڪير بہ نہ وڻندو هو مان بہ نہ. نانو رمضان جڏهن بہ وڃڻ جو سعيو ڪندو هو تہ ناني مون کي چوندي هئي تہ

"پنهنجي ناني کي چئو نانا هيل تون گهڻن ڏينهن کان پوءِ آيو آهين،

توکي تڪڙو موڪل نہ ملندي“.

پوءِ نانو ناني ءَ جي چوڻ تي هڪ ٻہ ڏينهن ٻيا بہ ترسي پوندو هو پر اُنهن ڏينهن ۾ ناني مون سان هوندي بہ مون سان نہ هوندي هئي، منهنجي سامهون هوندي بہ، مون کي نہ ليندي هئي، اُنهن ڏينهن ۾ ناني خوشيءَ وچان هوائن ۾ اڏامندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن دل چوندي هئي، تہ ناني ءَ کان پڇان تہ

”ناني، هي نانو رمضان ڪير آهي، جيڪو جڏهن بہ ايندو آهي، تہ توکي مون کان کسي وٺندو آهي، ۽ ناني! تون مون کان ايترو پري ڇو ٿي ويندي آهين، جو توکان ديون، پرين ۽ شهزادن جا سڀ قصا بہ وسري ويندا آهن“.

۽ الائي ڇو ناني مون کي ان شهزاديءَ وانگر لڳندي آهي جنهن جو سالن کان پٿر ٿي ويل شهزادو موٽي آيو هجي، ناني وڃڻ واري ڏينهن ناني کي پلي جو پلاءُ ضرور پچائي کارائيندي هئي، ۽ جنهن ڏينهن نانو رمضان وڃڻ جي تياري ڪندو هو. اهو ڏينهن ناني ءَ لاءِ وڏي امتحان جو ڏينهن هوندو هو ۽ اها گهڙي ڏاڍي مشڪل گهڙي هوندي هئي، جڻ ڪنهن جو روح جسم کان ڌار ٿيندو هجي، ان ڏينهن ناني ءَ جي رَوي جا پَلَوَ پُسلِ هوندا هئا ۽ جڏهن آئون، ناني رمضان سان گڏ جي ٿورو اڳڀرو ٿيندو هوس تہ ڏسندو هوس، تہ ناني رمضان جون اکيو بہ ڪنهن پراڻي ڇپر جيان يڪيون پيون ٽمنديون هيون.

❑

## ڇٽاهون هٽ

سي ايم صاحب ڦِريون ڦيرو ايترو پريشان نظر اچي رهيو هو. پنهنجن ڏهن سالن جي دور ۾، اهڙا مرحلا اڳ ۾ به ڪوڙ ڀيرا هُو ڏسي چڪو هو اهڙي صورتحال ڦِريون ڦيرو ٿي هئي، حالانڪ هو انهن ڏينهن ۾ به ايترو پريشان نه ٿيو هو جڏهن هن پاڻ صوبي ڪي ٻن انتظامي حصن ۾ ورهايو هو جنهن ڪان پوءِ عوام جو سخت رد عمل سامهون آيو هو ايڏيون وڏيون هڙتالون جو روڊ رستا ويران، شهر بند. وڏا مظاهرا، ساڃاهه وند، طبقي جا اديب، شاعر ۽ وڪيل ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌي پيا هلندا هئا. چونڊيل نمائندن جي گهرن تي توا تنگيا ويا هئا. ۽ گهرن اندر چوڙيون اڇلايون ويو هيون ۽ ايڏي سخت دٻاءُ ڪان پوءِ ڪجهه مهينن جي اندر سرڪار کي پنهنجو فيصلو ڦٽائڻو پئجي ويو هو پر اهڙي صورتحال ڦِريون ڦيرو ٿي هئي جو پنهنجي پارٽيءَ جو هڪ ايم پي اي بغاوت ڪري بيهي رهيو هو ڪرپشن جا سڀ پول پڌرا ڪيا هئائين. ۽ ايندڙ ڏينهن ۾ ٿيندڙ ترقياتي ڪمن جي بل جي حمايت ڪان صفا انڪار ڪري بيٺو هو سرڪار جا نمائنده ۽ اتحادي اهڙا چپ ٿي ويا، جهڙو ڪُڪڙ تي مينهن. ٻيو ته نهيو پنهنجي سرڪار جي وفاقي وزيرن جا به اڇا ڪارا پڌرا ڪري بيهي رهيو هو. هڪ ڳالهه هئي ته ڪنهن به هن کي ڪوڙو نه پئي سمجهو. ڳالهيون ته سيئي پنهنجي قوم جي دل وٽان پئي ڪيائين. سڄي سنڌ ۾ ڪو به ترقياتي ڪم نه ٿيو هو ايتري قدر جو ماڻهو پيئڻ جي صاف پاڻيءَ لاءِ سخت پريشان هئا. هزارين اسڪول وڏيرن جي قبضن ۾ هجڻ ڪري لکين ٻار اسڪول وڃڻ ڪان محروم هئا. اسپتالن ۾ ڪابه دوا نه پئي ملي، ڌنا وائنا سوين ماڻهن جا قاتل ۽ دهشت گرد چوٽ گهمي رهيا هئا. سرڪار جي مفاهمت واري پاليسي قوم کي هاڻ نانگ

وانگر ڏنگي رهي هئي، هن ٻه اسيمبلي ۾ ٻيهي اُهي سڀ سچيون ڳالهيون ڪيون، جن جو سي ايم ڪڏهن خواب ۾ به نه سوچيو هو ۽ هُن ايندڙ بل جي سخت مخالفت جو فيصلو ڪيو هو ۽ هن پنهنجي همخيال ميمبرن جو هڪ سگهارو گروپ به ٺاهي ورتو هو هاڻ بل پاس ٿيڻ ايترو آسان نه هو.

سي ايم پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي، ميز جو طواف ڪري، هر، هر پاڻ کي ڪرسيءَ تي اڇلي رهيو هو پنهنجي هڪ هٿ جي تريءَ تي ٻئي هٿ جا ٺونشا هڻي رهيو هو هن جي چهري تي سخت ذهني دٻاءَ جا آثار نظر اچي رهيا هئا. خوشامدي ۽ چاپلوس وزيرن سان سي ايم صاحب جو ڪمرو پرِيل هو.

"سائين، اوهان ايترو ٽينشن نه وٺو مسئلو پارٽي جو آهي، ۽ حڪومت به پارٽي جي آهي، پارٽي جي ايندڙ گڏجاڻي ۾ انشاء الله مسئلو حل ٿي ويندو".

سي ايم جي متي تي ڇٽيل ڪارا تر، ڄڻ ٽڪڻ جي مٿان اُڪري آيا هئا،

"سائين اوهان پي ايم صاحب سان ڇو نه ٿا ڳالهايو؟، هُنَ لاءِ ته اِهو ڪو مسئلو ئي نه آهي".

هوم منسٽر، سي ايم صاحب جي هانو تي ڄڻ ٿڌي پاڻيءَ جو ڇنڊو هنيو

"ٺيڪ آهي، فاروق، پي ايم صاحب سان لائن ملايو."

لائن ملائي هن فون سي ايم صاحب کي هٿ ۾ ڏنو.

سائين اسلام عليڪم جي سائين سڀ خبر آهي، جي ها سائين، مسئلو حل نه پيو ٿئي، ايم پي اي اچا پنهنجي ضد تي قائم آهي، جي ها، سائين سڀ ڪوششون، سڀ هربا هلائي ڏٺا آهن.

"پي ايم صاحب اِها ڳالهه ٻڌي تپي باهه ٿي ويو"

"ڇا اسان اسلام آباد ۾ واندا ويٺا آهيون توهان ڇا ٿا سمجهو اسان کي ڪو ڪم ڪار ڪونهين، توهان کي ڇا آهي، هر وقت رڱو وينگ جي نشي ۾ هوندا ته پوءِ ڪم به ائين هلندو نه، ٺيڪ آهي اوهان پريشان نه ٿيو مسئلو

حل ٿي ويندو ٻيهر اهڙن ننڍن مسئلن لاءِ اسان کي تنگ نہ ڪيو“.

فون بند ٿي چڪي هئي، ۽ فون بند ٿيڻ سان سي ايم جي وات مان اهڙو زوردار شُوڪٽ نڪتو جهڙو ميونسپالٽي جي نلڪي مان، پاڻي اچڻ کان اڳ ۾ نڪرندو آهي، فون رکي سي ايم ڪرسي سان ٽيڪ ڏيئي ڪا دير، پنهنجا ساهہ درست ڪرڻ لڳو سي ايم صاحب جا ساهہ اڃا مس ساهن ۾ آيا هئا، جو فون جي گهنٽي هڪ ڀيرو ٻيهر وڄڻ لڳي، پي، اي هڪدم فون کنئي ۽ جلديءَ ۾ رسيور سي. ايم کي ڏيندي چيائين،

”سائين –پي- ايم صاحب“،

جي سائين،

”مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي، پارٽي چيئرمين کي اوهان ۾ آخر ڪهڙي خوبي نظر آئي آهي“،

پي ايم صاحب ٿوري دير سي ايم تي پنهنجي باهہ ڪڍي، ۽ پوءِ سي. ايم کي مسئلي جو آسان حَل ٻڌايو. حَل ٻُڌڻ کان پوءِ سي. ايم صاحب جي سموري ڪيمسٽري مٽجي ويئي.

ٿوري دير کان پوءِ هڪ اهم اداري جي آفيس ۾ فون جي رنگ وڄي رهي هئي، فون پي اي اٽينڊ ڪئي،

”هيلو سي ايم صاحب ڳالهائيندو“.

”ها، ضرور، ٿورو هولڊ ڪجو“،

پي اي فون جي مائوٿ پيس تي هٿ رکي پنهنجي صاحب کي سي ايم صاحب جي فون جو ٻڌايو

”ہ ٿي منٽ اچا ترسائينس“

”ها، هاڻي مون کي ڏي“،

”هيلو شاهہ صاحب ڇا حال آهي“.

ڪجهہ دير سي ايم ڳالهائيندو رهيو.

”اڇا، اڇا ٺيڪ آهي، شاهہ صاحب اوهان بلڪل فڪر نہ ڪريو، بل جي تياري ڪريو مسئلو حل ٿي ويندو“.

ايم پي اي جو اختلاف اصولي هئو هن جي دليلن ۾ وڏو وزن هو، سڄي

قوم، توڙي سيئي اسيمبلي ميمبر هن کي حق تي سمجهي رهيا هئا، پر ڪو بہ ميمبر اسيمبلي فلور تي پنهنجو موقف چٽي طرح رکڻ لاءِ تيارنہ هو ها. باقي، سيئي ميمبر هن جي دبيل لفظن ۾ حمايت ۽ حوصلہ افزائي پڻ ڪري رهيا هئا، پر هو پنهنجي فيصلي تي اٽل هو فيصلي ۾ باقي هڪ رات جو مفاصلو وڃي بچيو هو.

اڄ اسيمبلي ۾ ڏاڍي رونق هئي، اڄ تاريخ جي بدترين اختلافي ترقياتي بل جي فيصلي جي گهڙي هئي، گئلري تي صبح کان ئي نام نهاد قومي ميڊيا جو قبضو ٿي چڪو هو اُها قومي ميڊيا جنهن کي ڪروڙين ماڻهن جا ٻوڏن توڙي برساتن جا اهنج، يا لکين ماڻهن جا آڃپي لاءِ نڪتل احتجاجي مارچ ڪڏهن بہ نظر نہ ايندا آهن. تعصب سان پريل اِها قومي ميڊيا شل نہ اسلام آباد ۾ ڪو واندو هٿيار کڻي نڪري اچي، يا ڪنهن ڪرڪيٽر جي شادي ٿئي تہ سڄو ڏينهن پيا اُها قومي خبر هلائيندا. ۽ تيلي کي ٿنب بنائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندا، سنڌي ميڊيا وارا بہ ڪنڊ پاسن کان پنهنجا مورچا سنڀالي چڪا هئا، ڪئميرائون هر پاسي کان پوز وٺي رهيون هيون ۽ آخر ۾ ڪجهہ حسين ليڊي ميمبرن جي چهري تي ٽڪي بيهي رهيون.

اسيمبلي حال ۾ جيئن ئي باغي ميمبر داخل ٿيو تہ سيني ميمبرن توڙي، صحافين ۾ سُس پُس شروع ٿي ويئي، سڄو حال پٽڪن سان پرجي ويو. سيئي نظرون هن کي فوڪس ڪري رهيون هُيون. اخبارن ۾ بہ وڏيون سرخيون لڳيون هيون، عام ماڻهن ۾ بہ وڏو چوٻول هيو.

"نہ ابا، اڄ همراهہ نہ ڇڏيندو"

"ها، ابا، شينهن جو پٽ اٿئي شيهن جو".

"ها، يار سڄي اسيمبلي جو نڪ اٿئي نڪ"

عام ماڻهن کي بہ اڄ باغي ميمبر مان وڏيون اميدون هيون، هو پنهنجي همخيال ميمبرن کي ڪيڪاريندو، پنهنجي سيٽ تي اچي وينو.

"لڳي ٿو اڄ وڏو مزو ٿيندو".

هڪ ميمبر، ٻئي کي ڪن ۾ چيو.

"تون چا ٿو سمجهين".

"ابا، همراهہ آهي تہ وڏو ضديرو بحرحال ڏسئون ٿا. خدا خير ڪري، باقي مسئلو وڏو آ".

نيٺ امتحان جي گهڙي اچي ويئي. اسپيڪر بل پيش ڪرڻ جو اعلان ڪيو سيني ميمبرن بل جي يڪراءِ حمايت ڪئي، سي۔ ايم ڏاڍو خوش هو سي ايم ڪنڌ ورائي باغي ميمبر ڏانهن ڏٺو سيئي ميمبر بل جي حمايت ۾ هٿ مٿي ڪري چڪا هئا. باغي ميمبر جو هٿ سيني ميمبرن کان مٿي کينل هو سڄي حال جون اکيون باغي ايم پي اي ڏانهن حيرت مان نهاري رهيون هيون.

❑

# ڪاري چانهہ

بجيٽ اجلاس شروع ٿي چڪو هو ٿي وي تان وزير خزانہ جي تقرير سڌو سئون نشر ٿي رهي هئي، وزير خزانہ جي لهجي ۾ ڏاڍي گرم جوشي هئي، هن چيو پئي تہ

"اڄوڪي بجيٽ غربت جي خاتمي واري بجيٽ آهي، هن بجيٽ ۾ ملڪ جي هيٺين ڪلاس جو هميشہ جيان تمام گهڻو خيال رکيو ويو آهي".

"چانهہ ڪٿين اچان ؟"

گهر واريءَ پڇيو. جيڪا سڄي اڇي رنگ جي رئي ۾ ويڙهيل هئي، شايد ٽيهري جي نماز تان اٿي هئي،

"مون ها ۾ مختصر جواب ڏنو."

منهنجو سڄو ڌيان غربت جي خاتمي واري بجيٽ ڏانهن هو هر سال جيان، هن سال بہ وزير خزانا جي بجيٽ تقرير ڏاڍي وٽندڙ هئي، نہ ڄاڻ ڪيڏي مهل، صفيہ منهنجي آڏو چانهہ جو ڪوپ رکي بہ وئي هئي، چانهہ جو رنگ ڏٺم تہ ڏينهون ڏينهن ڪارو ٿيندو پئي ويو.

"يلا اڄ چانهہ صفا ڪاري لڳي پئي آهي، ڇو؟"

مون پڇيو.

"اڄ کير وارو بہ کير ڏيڻ کان جواب ڏئي ويو آهي، چوي پيو تہ اڳيان پئسا ڏيو تہ پوءِ پيو کير ڏيندو سانوَ ۾ ها. چانهہ جي پتي بہ ختم ٿي ويئي اٿئي".

صفيہ بجيٽ تقرير جو مزو وڃائڻ جو جڻ فيصلو ڪري چڪي هئي،

"چڱو هاڻ الله کي مڃ، بہ منٿ ماٺ ڪر مون کي تقرير ٻڌڻ ڏي".

"بابا، بابا منهنجو وات پچي پيو آهي".

ننڍڙي آسيہ منهنجي هنج ۾ ويهندي چيو.

”چو يلا، منهنجي امان جو وات پچي پيو آ.؟“

مون آسيہ جي پشم جهڙي ڳل تي مٺي ڏيندي چيو.

”بابا، هاڻ مان بصرن، دال، ميهن ۽ پٽاٽن سان ماني کائي کائي تنگ تي پئي آهيان، امان، آ، نہ، پاڻ ڳاڙها مرچ پاٽي ۾ وجهي، ماني کائيندي اٿئي، مون کي وري بصرن سان ماني کارائيندي اٿئي، مون کي چوندي آهي، مرچ تکا آهن، تنهنجو وات سڙي پوندو توکي منا، منا، بصر تي ڪپي ڏيان، بابا مون کي بصر نہ تا وڻن ڏپ وارا ڪنا بصر“.

آئون آسيہ جي ڳالهين ۾ بجيٽ جو گهٽو حصو مس ڪري چڪو هوس، هن ڳالهائڻ مهل، منهنجي ڪاڏي کي جهلي منهنجي منهن جي رخ کي، تي وي کان هٽائي، پاڻ ڏانهن ڪري ڇڏيو هو.

”امان، امان، پگهار ملي تہ مان تنهنجي لاءِ گوشت ۽ مڇي وٺي ايندس“.

مون پنهنجي ڪاوڙ کي پيئندي آسيہ کي نرمي سان جواب ڏنو بجيٽ تقرير جي حمايت ۾ ڊيسڪون، ڌڙ ڌڙ جي آواز سان وڄي رهيون هيون، تاڙين جي ٺهڪن ۽ ڊيسڪن جي ڌڙ ڌڙ جي شور ۾ هاڻ بيو ڪجهہ بہ ٻڌڻ ۾ نہ پئي آيو.

ماڻهو زور، زور سان تاڙيون وڄائي رهيا هئا. سخي جي ميلي ۾ سردار جمال خان ۽ رئيس ربنواز جي گهوڙن ۾ وڏو مقابلو هو ميلي ۾ گهوڙن جي ڊوڙ ۾، تر جي سيني، وڏيرن جا گهوڙا ۽ گهوڙيون مقابلي لاءِ لٿل هئا، گهوڙن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهو هڪٻئي تي چڙهيو تي چڙهيا، ماڻهن جي تمام گهڻي پيهہ هئي، وڏيرا پنهنجون وِڇون ڪٽ مُڇون وٽي رهيا هئا، اوچتو هڪ فائر جي ”ٺا“ جو آواز ٿيو ۽ گهوڙا هوا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا، گهوڙن جي سنبن سان زمين ۾ جهڙو زلزلو آيل اچي ويو تاڙين جي ٺهڪن ۽ سيٽين جي گونجار، گوءِ ۾ جهڙو زندگي جي نئين لهر آڻي ڇڏي هئي، ماحول ۾ ڏاڍي گرمجوشي هئي، ماڻهن پنهنجا ساهہ روڪي ڇڏيا هئا، هنن کي مقابلي جي نتيجي جو سخت انتظار هو، گهوڙن جي ڊوڙ کان پوءِ رڇ ڪتي جي ٻچ شروع ٿيڻ واري هئي. ريسٽ هائوس جي وي آئي پي ڪمري ۾ رئيس الطاف خان

پنهنجي هٿن سان ڪٽي ڪي بادامن ۽ پستن واري ڪيرٽي چٽائي رهيو هو حالانڪ هونئن پنهنجي هارين سان يا عام ماڻهن سان رئيس الطاف خان هٿ ڏيڻ بہ پسند نہ ڪندو هو جي مجبورن ڪٽي، ڪنهن هٿ ڏئي وڌس تہ اُتي جو اُتي سُرهي صابڻ سان هٿ ڌوئي صاف ڪندو هو. اِهو ڪتو رئيس ڪي پنهنجي وڏي وزارت جي دور ۾ يو ايس اي جي سفير گفٽ ڪيو هو اهو ڪتو رئيس ڪي دنيا جي هر شئي کان پيارو هو ڪراچي ۾ پارٽيءَ جي ڪوٽ خلاف هلندڙ ڌرڻي وارن سان ڳالهين لاءِ حڪومتي وفد جنهن ۾ وڏو وزير الطاف خان پاڻ بہ شامل هو جڏهن اجا ڳالهيون هلي رهيون هيون تہ ڪمدار فون ڪري ٻڌايس، تہ

"تميءَ ڪي نڙيءَ ۾ ٻڪر جي هڏي ڦاسي پئي آهي".

تہ اوڏي مهل ئي ڳالهيون اڌ ۾ ڇڏي، هيليڪاپٽر تي پنهنجي ڳوٺ پهتو ۽ لنڊن مان ڪامياب آپريشن ڪرائي موٽيو هو گهوڙي جي سنبن سان زمين لرزي رهي هئي، زمين تان اٿيل ڌوڙ سان ڪا مهل تائين، ڪابہ شئي ڏسڻ ۾ نہ پئي آئي، رئيس ربنواز جي گهوڙي هڪ پيرو پيهر ميدان ماري ويئي هئي. ميدان جي چئني پاسن کان بيٺل خلق تاڙين سان آسمان مٿي تي کڻي ڏنو هو رئيس ربنواز ننڊ مان ڇرڪ ڀري اُٿيو رئيس جون حيرت مان اکيون ڦاٽل هُيون. رئيس اکيون هيڏانهن هوڏانهن ڦيرايون تہ چوڌاري تاڙيون ۽ ڊيسڪون وڄي رهيون هيون، هن ڀر واري ايم اين اي، کان پڇيو تہ

"ڏي خبر ڇا تي کڻي اسيمبلي مٿي تي کنئين اٿن".

"الاءِ يار مان بہ تو وانگر ڏاڍي مني ننڊ ۾ ستو پيو هوس، هنن نيا ڳن وني جو ڌڙ ڌڙ مچائي تہ مان ڇرڪ ڀري جاڳي پيس. هاڻي وارو ڪر ڊيسڪ وڄاءِ اسپيڪر صاحب پنهنجي عينڪ جي شيشي مان، توکي گهوُري ڏسي رهيو آهي، پيڻ جا.....ننڊ جو سڄو مزو ئي خراب ڪري ڇڏيائون".

رئيس ڇپن ۾ پٽڪيو ۽ بي دليو ڊسيڪ کي ڪٽڻ لڳو. ڌڙ ڌڙ جي آواز ۾ بجيٽ تقرير هلندي رهي.

اوچتو در کڙڪيو تہ ننيڙي آسيہ منهنجي هنج مان ترڪندي، ڊوڙندي وڃي در کوليو تہ. در تي پاڙي جو هڪ پيرن اگهاڙو ٻار هٿ ۾ خالي وٽي

جهليو بينو هو پوءِ هورڙيان نندييون وکون کڻندو صفيہ کي ويجهو وڃي، کنڌ هيٺ ڪر نماڻائي سان چوڻ لڳو.

"ماسي بابا شهر مان اجان پاڄي وٺي ڪونہ موٽيو آهي، توري پاڄي هجيو تہ اسان کي ڏيو منهنجي ننڍڙي پاءُ کي ڏاڍي بک لڳي آهي. اهو ڏاڍو روئي ٿو".

"ابا، اسان پاڄي چاڙهي هئي، پر اسان منجهند ڪائي ڇڏي هجي ها، منهنجا راڻا تہ مان توکي ڏيان ها".

صفيہ ننڍڙي ڇوڪري کي جواب ڏيندي چيو. ڇوڪرو هليو ويو.

"امان پاڻ تہ ڀوڙ پڇايو ٿي ڪونهين پوءِ تو ڇو چيو تہ ڀوڙ اسان ڪائي ڇڏيو آهي،؟"

صفيہ، آسيہ جي ڳالهہ ٻڌي، اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي غربت جي خاتمي واري بجيٽ اجا جاري هئي، خزاني واري وزير جي پرسان، خبرن واري پٽي بہ هلي رهي هئي، جنهن تي لکيل هو.

"هڪ همراهہ غربت کان تنگ اچي، پنهنجن ٽن ٻارن کي زال سوڌو کهي خودڪشي ڪري ڇڏي".

"هڪ همراهہ غربت کان تنگ اچي پنهنجا ٻار کپائي ڇڏيا".

"هڪ پيرسن عورت غربت کان تنگ اچي پنهنجو پاڻ کي هلندي ٽرين جي اڳيان ڏيئي ڇڏيو".

خزاني وارو وزير ٻڌائي رهيو هو تہ حڪومت غريب عوام جي سهولت لاءِ ايسِيون، ڪارون، موٽرسائيڪلون سستيون ڪري ڇڏيون آهن، مون هڪدم ريموٽ جو بٽڻ دٻائي ٽي وي بند ڪري ڇڏي ۽ پنهنجون نظرون، ٽي وي جي ڪاري اسڪرين مان هٽائي، ڪاري چانهہ ۾ ڪپائي ڇڏيون......

❑

# مسيحا

جميل جا هٿ تيزيءَ سان فرش تي هلي رهيا هئا. اسپتال جي سڄي حال کي پوچو هڻي، هاڻ ڪُنڊن ۾ پاسن مان، پان جي پڪُن جا ڳاڙها نشان صاف ڪندي، خوشيءَ مان جهونگاري به رهيو هو. هن جي گهرواري اميد سان ۾ خيرن سان پورن ڏينهن سان هئي، هاڻ تمام جلد هنن جي گهر ۾ هڪ نئون حسين مهمان اچڻ وارو هو هن کي پنهنجي زال سان ڏاڍو پيار هو.

"او هو محبوبا. او منهنجي زندگي. او منهنجي بندگي."

ماسي خيران. پنهنجا ٻئي هٿ چيلهه تي رکيو هن جي مٿان ايئن بيٺي هئي. جيئن ڪو انجنيئر پل جي معائني ڪرڻ مهل بيهندو آهي.

"ابا جميل ڪجهه هٿ کي تڪڙو هلاءِ. مريضياڻيون جاڻ پهتيون".

ماسي تورو تڪڙي ٿيندي چيس.

"ماسي هاڻ هنن پان جي داڳن کي آئون ڇا ڪريان. جيڪي مِنجڻ جو نالو ئي نه ٿا وٺن. جهڙا رت جا ڇُٽا. ماسي هنن پان کائڻ وارن ته سڄو ملڪ ڪِن ڪري ڇڏيو آهي، دل ٿي چوي ته ريمبو واري مشين گن کڻان ۾ جيڪو به پان کائيندو ڏسان. بس پورو ڪندو وڃانس".

جميل وائيپر واري لٺ پنهنجي بغل ۾ وجهي، ريمبو وارو پوز ناهيندي چيو.

"چڱو. چڱو هاڻ جلدي هٿ کي هلاءِ. ڪٿي ڊاڪترياڻي اچي وڃي ته اڳ ۾ ڪندي ياڻ ٻنهين کي پورو".

ماسي تورو گرم ٿيندو چيو.

"يلا ماسي، اج هڪڙي ڳالهه ته ٻڌاءِ. هيءَ پاڻ واري ڊاڪترياڻي، مون واري زال جو ويم ڪرائيندي يانه؟"

جميل ماسيءَ کان ڏاڍي عاجزيءَ سان، تڏي ۽ مٺي لهجي ۾ پڇيو.

"مفت ۾ تہ ڪا نہ ڪرائيندئي، پيسن جي پري ونندئي، پوءِ سيزر ڪري ٻار ڪڍي ڏيندئي."

ماسي بہ سڏيون ڀڏائيندي چيس،

"پر ماسي مون واري زال جو ڪيس تہ نارمل آهي، مون هاڻ هن جو الٽراسائونڊ ڪرايو آهي."

"چڱو چڱو پوءِ وٺي اچجانس، پر مون توکي سچي حقيقت ڀڏائي ڇڏي آهي، پر هاڻي الله کي ميجان، منهنجو نالو نہ ونجانءِ."

ماسيءَ اندرئي اندر ۾ ڊاڪٽرياڻيءَ کان ڪجھ ڊڄندي ۽ ڪاوڙ جندي چيو

"پر ماسي، اهو ڪو الله جو خوف تہ ڪونہ ٿيو جو نارمل ڪيسن ۾ بہ سيزر ٿا ڪيو الله ڏي بہ هلڻو اٿو يا نہ".

جميل جيڪو ٿوريءَ دير اڳ ۾ ڏاڍو خوش هو سو سيزر جي خوف ۾ ائين سُسي ويو هو جيئن هوا نڪتل ڦوڪڻو سُسي ويندو آهي.

"چڱو چڱو هاڻي ڪڻ پنهنجو پوچو ۽ بالٽي تہ ڪيائين نہ سڏو. وڏو آيو آ، الله کان ڊيڄارڻ وارو".

جميل مُنهن خراب ڪري، پوچو بالٽي ۾ وجهي، ڇپن ۾ پٽڪندو ڪاوڙ ۾ ٻاهر نڪري ويو جميل جو ماسي خيران سان اِهو وات جو جهيڙو روز جو معمول هوندو هو باقي من ڀهنين جا ڪپھ وانگر ڪنئورا، اچا ۽ اجرا هوندا هئا، صبح جو روز وري اُهڙي جا اهڙا.

(ستن ڏينهن کان پوءِ)

صبح جا يارنهن ٿيا آهن، ماسي خيران ڊاڪٽرياڻي، جي ڪمري ۾ اچي ميز ۽ ڪرسين کي ڪپڙي سان صاف ڪرڻ لڳي، ماسي خيران اڳ ۾ سرڪاري دائي هئي، توڙي جو هن کي دائپي جو هنر ورثي ۾ مليو هو قد، پورو پُنو پنجاھ جي پيٽي ۾ هلندڙ ماسي خيران اڄ بہ سراپاءِ نور هئي، ماسي هڪ خدا ترس عورت هئي، هن جون ڪيل چڱايون، هن جي چهري

تي نور ٻڻجي چمڪنديون هيون. اوڙي پاڙي لاءِ بہ هوءَ وڏي رحمت هئي، ڊڪٽرياڻين جي سيزر جي ڏنل پئو ڪان، آيل ماين جي نارمل ڊليوري ڪرائي ڏاڍي خوش ٿيندي هئي، مجبور ماڻهو اڌ اڌ رات جو پيا، هن جو در کُٽيندا هئا، پر هوءَ جيڪا هميشہ خدا وانگر نهايت مهربان ۽ رحم واري هئي، ڪڏهن بہ ڪنهن تي ارهي نہ ٿيندي هئي، ڪڏهن بہ ڪنهن سان منهن خراب نہ ڪيائين، ان ئي مهل وجي، سورن ۾ ڦٿڪندڙ ماين جي مدد گار ٿيندي هئي، ننڍڙا سهڻا، سهڻا ٻار ڄڻائي، جڏهن اُنهن کي ڏيکاريندي هئي، تہ اُنهن کان خوشيءَ مان ويم جا سور ئي وسري ويندا هئا، ۽ ان پل هوءَ پاڻ بہ وڏو روحاني سڪون محسوس ڪندي هئي، پيسن جي ڪا بہ لالچ نہ ڪندي هئي، هر ڪنهن جي حال تي هلندي هئي. جيڪو جيتري بہ منائي ڏيندو هوس، خوشيءَ سان وٺي ڇڏيندي هئي. ڇو تہ هوءَ پئسن لاءِ گهٽ، دل جي خوشيءَ لاءِ وڌيڪ ڪم ڪندي هئي، ڊاڪٽر فرزانا جي اسپتال جون سيئي رونقون بہ ماسي خيران جي ڪري ئي هيون، ماسي جي هٿي پگهار بہ سٺي هئي، ۽ ماڻهو منائي بہ گنج ڏيئي ويندا هئس. پر ماسي، ڊاڪٽرياڻيءَ جي مريضاڻين سان بي رحم، رويئي جي ڪري، اندران ئي اندران خوش نہ هئي، ڊاڪٽر فرزانا، جيتوڻيڪ هينين وچين ڪلاس سان تعلق رکندڙ هئي، هن جو پيءُ پنهنجي دؤر جو هڪ ناميارو استاد رهي چڪو هو استاد بچل جنهن کي سڄو شهر سائين ڪري سڏيندو هو سائين بچل سڄي حياتي پنهنجي ٻچن کي انسانيت سان پيار جا سبق ياد ڪرايا هئا، پر ڊاڪٽر فرزانا کي اهڙي قسم جو ڪو بہ سبق ياد نہ هو هن جو دين ۽ ايمان صرف پئسو هو ڳوناڻا ماڻهو اٻوجهہ گگدام . سدائين هن جو آسان شڪار هوندا هئا، بس هنن لاءِ هن ڪجهہ جملا، مثلن.

”جي سسِزر نہ ٿيو تہ ماءُ ۽ ٻار ٻنهين جي حياتي خطري ۾ پئجي سگهي ٿي“.

طوطي وانگر رٽي ياد ڪري ڇڏيا هئا، جيڪي عام غريب ماڻهن جي ساهہ سُڪائڻ لاءِ ڪافي هئا.

ماسي، ڊاڪٽرياڻي جي ڪمري مان ٻاهر آئي تہ ڏٺائين تہ مايون

ڪافي تعداد ۾ اچي چڪيون هيون، مايون هال ۾ رکيل صوفن، ڪرسين ۽ ڪاٺ جي بينچ تي ويٺل هيون. ماسي وڏي وچي هنن کي هٿ ڏنو جو انهن مان گهڻيون ماسيءَ جون ڄاڻ سڃاڻ واريون هيون. هوريا، هوريان رش وڌي رهي هئي،

”ماسي، ڊاڪٽرياڻي ڪيڏي مهل ايندي؟“.

هڪ ڳور هاريءَ مائيءَ ماسيءَ کان پڇيو.

”ائي، امان تون اُلڪو نه ڪر. بس، هاڻي اچڻ واري آهي، “

”ماسي اڄ ڊاڪٽرياڻي ڪانه ايندي ڇا؟“

هڪ ٻي ڳورهاريءَ ماسيءَ کان پڇيو. جڻ انتظار ڪري ٿڪجي پئي هجي.

”امان، تون گهبرائين ڇو ٿي، ڊاڪٽرياڻي دير ڪئي ته به خير آهي، مان جو ويٺي آهيان“

ماسيءَ مرڪندي هن کي دلاسو ڏنو.

”نه ماسي اهڙي ڳالهه ڪانهين، مون ۾ ته اچا دير آهي، مون ته ايئن ئي پئي پڇيو“

هاڻ هڪ ٻي جواڻ جماڻ ڇوڪري ماسي جو هٿ پنهنجي ريشمي هٿ ۾ جهلي ويهي رهي. هن گلابي ڇوڪريءَ جي سياءُ مان لڳي رهيو هو ته هن جي ماسيءَ سان گهڻي ويجهڙائپ هئي، اسپتال هاڻ ماين سان ڀرجي چڪي هئي، ڳورهاريون مايون گهڻي انگ ۾ هيون جيڪي الٽراسائونڊ ڪرائڻ ۽ پنهنجي ويم جي تاريخ پڇا ڪرڻ بابت آيون هيون. ۽ ڪجهه پورن ڏينهن سان سورن واريون ته ڪي زالاڻن مسئلن واريون. ڪن کي اولاد نه پئي ٿيو ته ڪي ٻارن جي گهٽائي جي ڪري پريشان هيون ۽ آپريشن ڪرائي ٻار بند ڪرائڻ آيون هيون. ماسي واري واري سان ڪئميرا جيان، سيني کي اک مان ڪيندي رهي. اسپتال ڊاڪٽرياڻيءَ جي بنگلي ۾ ئي هيٺين منزل تي هئي. هُن جو مُڙس به سرڪاري اسپتال ۾ ڊاڪٽر هو نراڙ تي نماز جو ڪارو بدنما ٽڪو وڏي ڇج جيڏي سونهاري، باقي ڪردار ۾ وڏو ظالم هو اُهو به سرڪاري اسپتال ۾ ويهي، مريضن کي خوفزده ڪري، پنهنجي پرائيويٽ

اسپتال ۾ داخل ٿيڻ جون صلاحون پيو ڏيندو هو سال ۾ هڪيرو حج يا عمرو ضرور ڪندو هو.

ڊاڪٽرياڻي جي اچڻ جو رستو بہ بنگلي جي اندران ئي هو اوچتو پکين جي چو چٽ وارو بيل وڳو تہ ماسي، تڪڙيون وکون کڻندي ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪمري ۾ هلي ويئي ۽ وري اُنهن ئي پيرن تي موٽي آئي.

"ائي امان، شريفان تون اچ".

شريفان جيڪا ڪجهہ دير اڳ ۾ ماسيءَ جو هٿ جهليو ويٺي هئي، اُنهين جو پهرين نمبر تي سڌ ٿيو هو ۽ هوءَ سونهن ۾ بہ پهريون نمبر هئي، پنهنجو حسين جوڀن (جيڪو هر ڳورهاريءَ عورت جي خاص نشاني هوندو آهي.) کي سينالنيدي، ننڍيون ننڍيون وکون کڻندي، ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪمري ۾ هلي ويئي، ماسي ڊاڪٽرياڻيءَ جي در وٽ ڪرسيءَ تي ويهي رهي، ڪجهہ دير کان پوءِ شريفان، پنهنجي سَس سوڌو ٻاهر نڪتي، ۽ بيل وڳو ماسي پنهنجي ڪرشماتي انداز سان هڪ ٻي مائي کي اندر موڪلي ڇڏيو ماسي خيران شريفان جي چهري ڏانهن نهار ڪئي تہ هن کي چنڊ وساٽل، وساٽل لڳو.

"امان، ڏي خبر خير تہ آهي نہ"؟

ماسيءَ همدرديءَ مان پڇيو.

"نہ ماسي خير وري ڪٿي آ، ڊاڪٽرياڻي تہ منهنجو ساهہ ئي ڪڍي ڇڏيو آهي".

هن ٿوري ساهي کنئين،

"ڊاڪٽرياڻي چوي ٿي تہ ٻار سولو ڪونهي، وڏو آپريشن ٿيندو جي آپريشن نہ ڪرائيندينءَ تہ ماءُ ۽ ٻار ٻنهين جي حياتي خطري ۾ پئجي سگهي ٿي".

هن بہ ٿي ساهيون کڻي، ڏاڍو مشڪل سان ڳالهہ پوري ڪئي، هن جو سڄو بت رقيو پئي. ماسيءَ هن جو پشمر جهڙو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي هن کي ڏاڍو پيار سان، هڪ پاسي واري صوفا تي ويهاري، ڪن ۾ ڦُسڪن ۾ ڳالهائڻ لڳي.

"اٿي صدقو وڃانءِ تون هانءُ نہ لاهہ. منهنجي امان اِها مُئي سيني کي ايئن چوندي آهي، ويم جي ٽائيم تي سيئي ٻار سنوان ٿي ويندا آهن. مون واري ٽنهي خيرن سان، چار ٻار، منهنجي هٿان، پنهنجي ئي گهر ۾ ڄڻيا آهن، ۽ هيءَ اُنهين کي بہ، هر ٻار تي، ايئن ئي، ڊيڄاري، ڊيڄاري ساهہ ڪڍندي هئي.اِهي ساڳيون، تو واريون ڳالهيون ٻار ڏکيو اٿئي، آپرشين ضروري اٿئي نہ تہ ٻنهين جي مرڻ جو انديشو آهي، امان تون نہ گهٻراءِ هي، اڄو ڪيون ڊاڪٽرياڻيون رڳو پئسن لاءِ، ماين کي خوف ڏيئي پيون ساهہ ڪڍنديون آهن. امان هاڻي ڊاڪٽرياڻيون گهٽ، ڪاسائڻيون وڌيڪ ٿي پيون آهن، تون نہ گهٻراءِ جڏهن اهو وقت آيو تہ مان ويني آهيان الله چڱائي ڪندو پر ڳالهہ ٻڌ.اِهي ڳالهيون ڪنهن سان ڪجانءِ نہ. متان وڃائين مون مسڪين جي نوڪري".

هاڻ شريفان جي چهري ڪان مايوسيءَ ۽ اُداسيءَ جو اچو پردو هٽي چڪو هو ۽ هن جي چهري تان گم ٿي ويل گلابي رنگ وري موٽي آيو. هو خوشيءَ مان مرڪنديون هليون ويون. اُنهيءَ دوران ماسي، ماين کي، پنهنجي واري سان اندر اماڻيندي رهي، ايئن ٻاڻ ڏيکاريو ڪجهہ مايون ويندڀون رهيون تہ ڪجهہ ايندڀون رهيون.

ماسي خيران جي موبائيل فون ڪافي دير ڪان وڃي رهي هئي، پر ماين جي شور ۾ ايندڙ ويندڙ ماين ۾ ڏيان هجڻ ڪري ماسي فون نہ ٻڌي هئي، ٻہ مايون،سيني ڪان منفرد، ۽ بي حد حسين هيون. هڪ تہ هنن جو سڄو وجود ئي ڄڻ قدرت واري جهڙو سون جي پاڻي سان ڳوهي ناهيو هو هنن جي ڊريسنگ بہ ڏاڍي شاندار هئي، هو ڄڻ ڪنهن سون جي نمائش ۾ شريڪ ٿيڻ آيون هجن، ٻنهين جون ٻئي ٻانهون سونين چوڙين سان پريل هيون، ڳلي ۾ سونو هار جنهن جو وڏو سونو پُتلو لڏي ڏيان ٻاڻ ڏانهن ڇڪائي رهيو هو. اوچتو اُپري آيل نئين دولتئي پوڊائي ترڙي ڪلاس جو خوبصورت نمونو نظر اچي رهيون هيون. ماسي بہ ڪافي دير ڪان انهن ۾ گم هئي، اوچتو ڪنهن مائي ماسيءَ کي چيو تہ

"ماسي تنهنجي فون ڪافي دير ڪان وڃي رهي آهي".

يڪدم فون ڪنيائين تہ پريان پنهنجي اسپتال جي سوئيپر جميل پئي ليلايو

"ماسي ڪٿي آهين وارو ڪر جلدي اچ. مون واري زال کي رات کان ڏاڍا سور آهن. سوير کان پيو توکي فون ڪيان. فون ئي ڪانہ پئي کڻين. ماسي وارو ڪر. نہ تہ مون واري زال مري ويندي".

ماسي هن جون درد ڀريون دانهون ٻڌي پريشان ٿي ويئي هئي.

"ابا هتي ڏاڍي رش لڳي پئي آ. ٿورو ترس. پلا مان ڏسان ٿي".

ماسي هن کي دلاسو ڏنو پر ماسي سوچن جي طوفان ۾ اچي ويئي هئي. هنيئر ڊاڪٽرياڻيءَ کان موڪل ملڻ جو تہ سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. اهڙيءَ رش ۾ موڪل گهرڻ معنيٰ عزت ۽ نوڪري ٻئي خطري ۾ وجهڻ برابر هو. اوچتو ماسيءَ محسوس ڪيو تہ ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪال بيل بہ ڪافي دير کان وڄي رهي هئي. ماسي پاڻ سنڀالي ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿي.

"ماسي ڪڇهريون پئي ڪرين ڇا. اِالاهي دير کان گهنٽي پئي وڄايان؟"

ڊاڪٽرياڻيءَ دوڙا ڦوٽاريندي چيو

"نہ امان فون آئي هئي. گهران اُها پئي ٻڌم."

ماسي ڊپ ۾ سچي ڳالهہ بہ سلي نہ سگهي.

"ماسي توکي ڪيترا ڀيرا سمجهايو اٿم. هتي اچين تہ فون بند ڪري ڇڏيندي ڪر"

"ها. امان بند ٿي ڪيان مٺي کي".

تڪڙ ۾ ڪمري مان نڪرڻ جي ڪيائين

"ميڊم ڪلثوم ۽ نجمہ اچن."

سون ۾ ڳاڙهيون ٻئي عورتون. اعتماد واريون وِڪون کڻنديون ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿي ويون. جيستائين اهي ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڪمري ۾ داخل نہ ٿيون هيون. تيستائين سڀئي اکيون هنن جو پيڇو ڪنديون رهيون. ماسيءَ جي فون وري مسلسل وڄي رهي هئي.

جميل جي زال هاڻي صفا همت هاري چڪي هئي، سور ڪائي، ڪائي هن جو بت صفا ساڻو ٿي چڪو هو هن جي اکين جي جوت بہ جهڪي ٿيڻ لڳي هئي، هن جا هٿ پير ٿڏا ٿيندا پئي ويا. جميل ڏاڍو پريشان هو. پنجن سالن جي دوائن ۽ دعائن کان پوءِ هن جي گيتا اميد سان ٿي هئي، گيتا جيڪا رڳو هن جي زال ئي ڪا نہ هئي. پر هُن سان ڏکن، سُکن ۾ گهاريندڙ هُن جي بهترين دوست بہ هئي. هو ٻئي صبح جو سويل گڏجي، چانهہ پاڻ جو ناشتو ڪري، گهران نڪرندا هئا. هوءَ هُن کي پنهنجي سائيڪل تي ڪٽي ڊاڪٽر ڪالونيءَ ۾ ڇڏيندو هو ۽ پوءِ پاڻ بہ ڪجهہ پرائيوٽ اسڪولن، اسپتالن ۽ ڊاڪٽرن جي گهرن ۾ پوچو ٻهاري ڪندو هو. منجهند جو گيتا هن لاءِ ڪالونيءَ مان طرح طرح جا طعام آڻيندي هئي، ۽ جميل بہ اسپتالن مان مريضن کان مليل فروٽ هن لاءِ آڻيندو هو پوءِ منجهند جي ماني گڏجي کائيندا هئا. هنن جي گهر ۾ ڪو بہ قيمتي سامان ڪونہ هو. صاحبن وٽان مليل پراڻي ٽي وي ۽ بيگمن جا لٿل جوتا ۽ ڪپڙا پايو گيتا جميل سان ڏاڍي خوش هئي، هنن جو گهر قيمتي سامان سان نہ، پر خوشين سان ڀريل هو شام جو جميل، گيتا کي تيار ڪري، ڪڏهن بخاري جي درگاهہ تي تہ ڪڏهن، لئيبريري پارڪ ۾ گهمائڻ ضرور وٺي ويندو هو هاڻي هو اڳي کان بہ گهڻا خوش هئا، ۽ هو ٻئي پنهنجي نئين مهمان جي آجيان ڪرڻ لاءِ ڏاڍا بي چين هئا. گيتا پنهنجي ٻار لاءِ رلڪا، توڙي سوئيٽر ڏاڍي چاهہ سان تيار ڪري رکيا هئا. هن جميل کي وري ماسيءَ ڏانهن فون ڪرڻ لاءِ چيو. جميل هر، هر ماسيءَ کي ڪال ڪري رهيو هو ماسيءَ بہ بس هڪڙو دفعو ٿلهو آسرو ڏيئي وري فون ئي نہ پئي کڻين، گيتا جا پساهہ پورا ٿي رهيا هئا.

”نجمہ گهڻو انتظار تہ ڪرڻو نہ پيو“

ڊاڪٽرياڻي ٻنهين کي ڏاڪر ۾ ڀري خوشي سان ملي، کين ويهڻ جو چيائين، ڪير جي رنگ جهڙي ڇوڪريءَ کي پنهنجي ويجهو ڪري ويهاريائين. پوءِ پنهنجي پيشوراڻي خوش اخلاقي سان گفتگوءَ جو آغاز ڪيو.

”نہ ادي، اچا پنج ڏهہ منٽ مس ٿيا هوندا. اسان کي آئي باقي اِها تو واري ماسي، هن عمر ۾ بہ فون جي ڇڄرئي نٿي ڇڏي“

هنن همدرد، ماسيءَ تي پنهنجين گندين سوچن جو گند اڇلايو هنن جي بي تڪلفيءَ مان ظاهر ٿيو پئي تہ هنن جي پاڻ ۾ چاڻ سڃاڻ ڪافي پراڻي هئي،

"چڏيو انهن ڳالهين کي، پلا ڏيو خبر ڪيئن اچڻ ٿيو آهي، اڄ؟"

ڊاڪٽرياڻيءَ جي بنهہ سادي سوال پُڇڻ تي، پنهين جي چهرن تي ڪيترائي رنگ آيا ۽ لهي ويا، ۽ پئي ماءُ ڌيءُ هڪٻئي جي مُنهن ۾ ڏسڻ لڳيون. نيٺ ميڊم ڪلثوم پنهنجي حواسن کي ڪنٽرول ۾ ڪندي چيو "امان هن جو وقفو ڪرائڻو آهي،"

"ڇو ماسي، اڃا هنيئرئي وقفو اڃا تہ شاديءَ کي بہ ٽي سال ئي مس ٿيا اٿس، هڪڙو ٻار مس ڄائو اٿس، گهٽ ۾ گهٽ جوڙو تہ ٿيڻ ڏئي ها ۽ هن جو تہ مڙس بہ هتي ڪونهين، اهو بہ ڇئن پنجن سالن لاءِ ڪمائڻ سعودي عرب ويل آهي، پوءِ هن کي وقفي جي ڪهڙي ضرورت؟"

ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڳالهہ هنن کي ڪجهہ دير لاءِ پنڊ پهڻ ڪري ڇڏيو ۽ نجمہ ڪافي دير تائين، ٿڌا ۽ ڪوسا ساهہ کڻندي رهي. هن جو رنگ شرم وچان، اڇي مان ڦري گلابي تي پيو هو جڻ ڪنهن ڪير ۾ روح افزا ملائي ڇڏيو هجي، ۽ هن جڏهن پنهنجون خماريل اکيون ڊاڪٽرياڻيءَ ڏانهن کنيون تہ ڊاڪٽرياڻي بہ ڪجهہ دير لاءِ هن جي نيڻن ۾ گُم ٿي ويئي هئي، نجمہ جي نيڻن جا، اوجاڳيل اکين جهڙا، ڳاڙها ڏورا، هن جي جوڀن جي التجا ٻڌجي هن کي گهڻو ڪجهہ ٻڌائي رهيا هئا.

"ادي، واقعي منهنجو مڙس تہ ٻاهر ويل آهي، پر ڪيڏي مهل بہ اچي تہ سگهي ٿو نہ."

نجمہ نظرون چورائيندي پنهنجو دفاع ڪيو.

"ادي نجمہ منهنجو تہ ڪم ئي ماين جا وقفا ڪرڻ آهي، مون تہ رڳو ائين ئي پئي پڇيو مون وٽان تہ اهڙيون مايون بہ وقفو ڪرائي ويندي آهن جن جي اڃا شادي بہ ڪانہ ٿي هوندي آهي، ۽ اهڙيون بہ جن جا مڙس لاڏاڻو ڪري چڪا هوندا آهن. مان تہ ڊاڪٽرياڻي آهيان، منهنجو تہ اهو فرض آهي ۽ پروفيشن بہ، تہ مان ماين کي وڏ ۾ وڏ زندگيءَ جو سک ونرايان."

ڊاڪٽرياڻيءَ هڪ ڀيرو وري پنهنجي پشيوراڻي ۽ معنيٰ خيز مرڪ مرڪندي چيو اِها مرڪ سدائين ان وقت هن جي چهري تي رقص ڪندي

هئي، جڏهن اهڙيون سٽيين آساميون هن جي جار ۾ ڦاسنديون هيون، تڏهن هوءَ هنن کي مرڪن جي جار ۾ ڦاسائي هنن کي ڪڏهن وقفي لاءِ، ڪڏهن سيرز لاءِ آماده ڪندي هئي. ۽ آپريشن ٿيٽر ۾ اُنهن ڳورهارين جي پريل ۽ سُڄيل پيٽن تي ائين پيار سان هٿ ڦيرائيندي هئي، ڄڻ اهي پيٽ ٻارن سان نہ بلڪ نيرن، نيرن نوٽن سان پريل ڪا ڳوٿري هجن.

”ڇڳو هاڻ هل اندر تون بہ ڇا ياد ڪندينءَ. وڃين موجون ماڻ.“

ڊاڪٽرياڻيءَ نجمہ کي ٻانهن ۾ ڇهنڊڙي هڻندي چيو ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڇهنڊڙي جي رد عمل ۾ نجمہ جي ڳلن مان خوشيءَ ڳاڙهاڻ ڪون ڦٽڻ لڳيون.

ڊاڪٽرياڻيءَ ماسيءَ کي گهرائڻ لاءِ بيل وڄائي، بيل ڪافي دير تائين وڄندي رهي، بيل جو آواز سڄي اسپتال ۾ ڦهلجي ماسيءَ کي ڳوليندو رهيو پر ماسي اسپتال مان مسيحا بڻجي گم تي چڪي هئي.

❑

# آخري شنوائي

ڪورٽ کُلي چڪي هئي، جج انصاف جي ڪرسيءَ تي ويهي چڪا هئا. وڪيل ڪارا ڪوٽ پايو ڪورٽ ۾ اچي ۽ وڃي رهيا هئا. حيران ۽ پريشان ماڻهن سان ڪورٽ ڀريل هئي، ڪورٽ ۾ سڏ شروع ٿي چڪا هئا، سڏن جا پڙاڏا سڄي ڪورٽ ۾ گونجي رهيا هئا.

پريان ڪورٽ جي داخلي گيٽ کان قيدين واري سرڪاري گاڏي، ڪورٽ ۾ اندر داخل ٿي، ۽ قيدين لاءِ ٺهيل لاڪ اپ وٽ اچي بيهي رهي، ٽڪڙو ان جي پويان هڪ ٻي ڇڪڙي ٽائپ گاڏي جيڪا پوليس وارن سان ڀريل هئي، اچي پهتي ۽ پوليس وارا ڏاڍي ڦڙتيءَ سان ٽپ ڏيندا، لهندا ويا ۽ قيدين واري گاڏي کي گهيرو ڪري بيهي رهيا، پوءِ قيدين کي لاهي ڪورٽ ۾ ٺهيل لاڪ اپ ۾ بند ڪيو ويو.

هن سيشن ڪورٽ جي فرسٽ فلور تان اُنهن قيدين جو ڏُکائيندڙ نظارو پئي ڪيو انهن قيدين ۾ اڄ هن کي هڪ نئون ۽ نرالو قيدي بہ نظر آيو جيڪو ڏاڍو اداس پئي نظر آيو ٻين قيدين کان بلڪل الڳ ڪنڌ جهڪيل، ڪلهن تائين ڪارا زلف، ڪنهن قلندر وانگر، پيڪر عجز و انڪسار ۽ هن سان گڏ ٻيا قيدي هر ڳالهہ کان بيپرواهہ، ڪنڌ آڪڙيل، اڇا ڪاٽن جا ڪلف ٿيل ڪپڙا، سنڌي ٽوپي نرڙ تي جهڪيل، گلا کليل، سينو سڄو پائوڊر سان اڇو ٿيل، قميص جي اندران ڳاڙهي گلاب واري گنجي پهريل، آهستي آهستي ڏاڍي لئي سان هلندا، ٻانهون لوڏيندا، لاڪ اپ ۾ داخل ٿيا، ڄڻ ڪا دس فتح ڪري آيا هجن. بس اُهو، نئون قيدي ئي عجيب هو ميرا ڪپڙا، ڪنڌ ڏکن جي بار کان جهڪيل هوس.

ڪجهہ دير کان پوءِ ڪورٽ جو ڪاروهنوار تيز ٿي ويو هر ڪورٽ

مان جوابدارن کي پڪارڻ جا آواز اچڻ لڳا.

"جوابدار خميسو ۽ ٻيا"

علي نواز ٻہ ڪورٽ ۾ ملازم هو پوءِ جيئن ئي هن کي ٻہ جج صاحب حڪم ڪيو تہ هن ٻہ سڏ ڪرڻ شروع ڪيا.

"جوابدار منٺار ۽ ٻيا"

قيدين جي لاڪ اپ مان هڪ قيديءَ کي ڪيڏي آندو ويو اڳيان ۽ پٺيان پوليس وچ ۾ اُهو قلندر ٽائيپ قيديءَ هو جنهن کي منٺار جي نالي سان هن سڏ ڪيو هو هن کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو جج صاحب هن کي ترسائڻ جو چئي، وري ٻئي جوابدار کي سڏ ڪرايو ڪورٽ جي آڳر ۾ پيل بينچن تي جوابدار منٺار پوليس وارن سان گڏ ويهي رهيو ڪجهہ پوليس وارا هن کان ٿورو پريرو ٿي ويهي رهيا. علي نواز ڏٺو تہ منٺار جي چهري ۾ هن کي عجيب جلوو نظر آيو هن جا ڪلهن تائين ڦهليل ڊگها وار ۽ هن جي هنج کي ڇهندڙ ڊگهي ڏاڙهي، هن جي شخصيت ڏاڍي پراسرار پئي لڳي، هن جي چهري تي ڏاڍو سڪون ڇانيل هو ايڏو سڪون ڪنهن وڏي گيان ۽ ڌيان کان پوءِ ئي حاصل ٿيندو آهي، هن جڏهن غور سان ڏٺو تہ منٺار جي نماڻن نيڻن مان مسلسل برسات وسي رهي هئي، ساوڻ جي ان گونگي مينهن وانگر، جيڪو مَنهن ۽ ڇپر بہ ٿمائي ڇڏيندو آهي، لڙڪ جيڪي منٺار جي ڏاڙهيءَ مان جهولندا، هن جي هنج ۾ جذب ٿيندا پئي ويا، هن پاڻيءَ جو گلاس اچي منٺار کي ڏنو جيڪو هو هڪ ئي ساهيءَ ۾ پي ويو چڻ هن جي اندر ۾ ڪا وڏي باهہ ٻري رهي هجي، نيٺ هو منٺار جي پر ۾ ويهي رهيو

"ادا، ڇا ڳالهہ آهي،"

هن جي پڇڻ جي دير هئي جو منٺار جي من جا سيئي بند ٽٽي پيا، اکين منجهان مينهن شروع ٿي ويو. ڏکن جا بادل برسڻ لاءِ ڄڻ پريا بيٺا هئا، جڏهن هانوَ جو بار ڪجهہ هلڪو ٿيس تہ ٻڌائڻ شروع ڪيائين.

"ادا منهنجو نالو منٺار آهي، آءٌ اُتر جو وينل آهيان، هاريو ڪندو آهيان، منهنجو ياءُ قومي تحريڪ جو ميمبر هو پڙهيو لکيو وڏو فضيلت

وارو منهنجو ياءُ وريام اوچتو گم ٿي ويو هو.“

اهو چئي جڏهن پنهنجي ڪهاڻيءَ جي شروعات ڪئي. ڪهاڻي ٻڌائڻ دوران به هن جا ٻي چپا لڙڪ وهندا رهيا.

”پنهنجي ننڍي ياءُ سان مون کي تمام گهڻي محبت آهي، جنهن کي ننڍي هوندي کان ابو امان گذاري وڃڻ کان پوءِ مون ۽ منهنجي گهر واري پٽن وانگر پاليو هو ياءُ جي گم ٿيڻ جي ڪري، جڏهن ته مان اڌ چريو ٿي پيو هوس، وريام جي ڪامريڊ دوستن سان گڏجي، ٽاٽا، اسپتال ڳوٺ توڙي شهرن ۾ ڳولائون، ڦولائون ڪيم، پر ادا، ڪا به سُڌ ڪانه پئي ته وريام کي زمين ڳيهي ويئي يا آسمان کائي ويو.“

”ادا، پوءِ ته منهنجي هر ڪم مان دل کڄي ويئي، نه ٻنيءَ ۾ ٿي دل لڳي نه ئي گهر ۾ ٿي آرام آيو“

هن پنهنجي قميص سان لڙڪ اگهيا، ۽ ڳالهه کي اڳتي وڌايو

”گهر ۾ منهنجي گهر واري، ٻه ٻار جنهن ۾ هڪ ڏهن سالن جي نياڻي صدوري ۽ هڪ پٽ بلاول اٺن سالن جو ۽ هڪ ٻڪري جنهن جي کير مان ڪڏهن چانهه ته ڪڏهن مانيءَ پور ڪائيندا آهيون. هڪ رات اوچتو خواب ۾ مونکي هڪ فقير چيو ته تون لال سائينءَ جي درگاهه تي وڃ توکي تنهنجو ياءُ ملي ويندو.اِهو سچ هو يا گمان مونکي ڪابه خبر نه آهي، صبح جو اٿڻ ساڻ وڌم ٻڪري جي رسي ۾ هٿ پنجن هزارن ۾ ٻڪري کپائي، گهرواريءَ کي سچو احوال ٻڌائي مان لال شهباز جي درگاهه تي اچي ٽي راتيون رهيس.“

لڳي پيو ته منتار کي ڪو پيرن فقيرن ۾ تمام گهڻو ويساهه هو ۽ خواب ۾ ايندڙ فقير به هن جي لاشعور ۾ ويٺل ڪو درويش هو، جيڪو هن کي دلاسا ڏيئي رهيو هو.

”۽ پوءِ وري مون کي اوچتو ٻٽائيءَ تي وڃڻ جو اشارو مليو لال تان ٿي ٻٽائي جي درگاهه تي پهتس ته تندن سچو ماحول تپائي ڇڏيو هو الو ميان جي آلاپ تي ٻٽائي جي چائونٺ تي مٿو رکي ڪيترائي ڏينهن ۽ راتيون ياءُ لاءِ ليلائيندو رهيس، ٻٽائي کان پوءِ سخي ڄام ڏاتار تي وڃڻ جو خيال دل ۾ آيو ٻٽائي کان موڪلائي جڏهن مان سخي ڄام ڏاتار تي وڃڻ لاءِ لاري اڏي

جو گس وٺيو پئي ويس، تہ رستي ۾ بيٺل ٻن پوليس وارن مون کي سڏ ڪيو تہ ويتر پريشان ٿي ويس. پريان ٽن فيٽن وارو جمعدار موٽرسائيڪل تي چڙهيو وينو هو ۽ پان چٻاڙي رهيو هو. آءٌ جيڪو اڳ ۾ ئي پنهنجي سورن جي ڪري پريشان هوس، اهلڪارن جو مونکي سڏ ڪيو تہ ويتر منهنجا حوصلا خطا ٿي ويا. پوليس وارن مون کي پريشان ڏسي، آڏا، ابتا سوال پڇي ويتر پريشان ڪرڻ لڳا. منهنجي تلاشي ورتائون تہ ٻہ ٽي هزار روپيہ ۽ سگريٽ جو پاڪيٽ کيسي مان نڪتو. جيڪي اُنهن پنهنجي وڏن جي ملڪيت سمجهي وِڌا. پنهنجي کيسي ۾ ۽ مونکي موٽرسائيڪل تي ويهاري وٺي آيا ٿاڻي تي. جتي پڇپڇاڻ سان هُنن مون کي اچي ورتو. لتن ۽ مڪن سان، منهنجون تہ ويتر متيون ئي منجهي ويون، پوءِ مون کي بيستو ڪري لاڪ اپ ۾ اُچلي ڇڏيائون، پوءِ هفتو کن آئون ٿاڻي تي ٻهارو ڏيڻ، ڇٽڪار ڪرڻ، صوبيدار جا ڪپڙا ڌوئڻ، بوٽ پالش ڪرڻ، ٿاڻي جي نادي ڀرڻ جهڙا ڪم ڪندو رهيس، هفتي کن کان پوءِ مون تي ڪو ڪيس داخل ڪري جيل جي دوزخ ۾ موڪلي ڇڏيائون. اڄ مهيني کان پوءِ جيل مان ڪڍي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو اٿن. جيل جي ڪلارڪ ٻڌايو تہ مون کي بنا لائسنس هٿيار ۾ چالان ڪيو اٿن.“

هن جڏهن پنهنجي روئداد پوري ڪندي چيو تہ.

”ادا هاڻي نہ گهر وارن کي منهنجي ڪا خبر آهي ۽ نہ مون کي گهر وارن جي“.

هن مٿس رحم کائي، سندس گهر جي ايڊريس لکي ورتي ۽ پنهنجي کيسي مان ڏهين ڏهين جا ڪجهہ نوٽ ڪڍي سگريٽن لاءِ هن کي ڏنا، جيڪي هن ڏاڍين منٿن کان پوءِ قبول ڪيا. منتار سنوائي وٺي جيل هليو ويو ۽ هن منتار جي گهر وارن کي هڪ خط لکي ڇڏيو جنهن ۾ مختصر احوال ۽ ايندڙ سنوائي جي تاريخ بہ لکي ڇڏي، ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هو صبح جو معمول موجب آفيس جون ڪرسيون صاف ڪري رهيو هو، آفيس جو عملو بہ آهستي آهستي ايندو ويو، هو سڄو ڪم ڪار لاهي، صاحب لاءِ آيل اخبار پهريان پاڻ پڙهڻ لڳو. شنواين وارا ماڻهو بہ گڏ ٿيندا ويا. اوچتو

هن جي نظر، پريان ڀرارڙي جي هڪ خوبصورت معصوم ڇوڪري تي پئي، جنهن جي عمر اٺ ڏهه سال کن هوندي جنهن جا پير اگهاڙا، مٽي جا وار اٿيا، ڳلن تي ڳوڙهن جا ليڪا ٺهيل، هٿ ۾ ڪجهه جي ڦرهين واري ڇپي ۽ ڇپيءَ ۾ ڪلام پاڪ جو نسخو جيڪو ڪيترن ئي رومالن ۾ ويڙهيل هجڻ ڪري، تمام وڏو پاسي رهيو هو هوءَ ڏاڍي حيران ۽ پريشان، هر ڪنهن کان پڇندي پئي وتي ته

"منهنجو بابا ڪٿي آهي، منهنجو بابا ڪٿي آهي".

علي نواز ڇوڪري کي اُن حالت ۾ ڏسي حيران ۽ پريشان ٿي ويو، آفيس جي اسٽاف جي نظر جو ڪلام پاڪ تي پئي ته سڀ حراسجي ويا، خبر نه آهي ته اُها حراسمينٽ ڇوڪري جي دانهن جي ڪري هئي يا ڪلام پاڪ جي ڪري، علي نواز هڪدم اُٿي ننڍڙي کي مٿي تي هٿ رکي ڏاڍي پيار سان پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهاريو ۽ پوءِ آفيس وارن جا ڏاڍا عجيب و غريب منهن نهڻ لڳا ۽ ڇپن ۾ پٽڪي رهيا هئا.

"نياڻي ڇوري صبح ساڻ الاءِ ڪنهن جون پاڙون ساڙڻ آئي آهي."

"هو وري پريان ڏس، اسان واري پٽيوالي کي، ماءُ کي ڪرسيءَ تي ويهاريو وينو آ، هٽين چنبو ڪڍيس ٻاهر."

هن ڏٺو ته سيني جي منهن تي ڪاوڙ جو مانارو نهيل هو

"اڙي، علي نواز ڏي خبر، ماڻهين ڪنهن ڏانهن قرآن کڻي آئي آ"

هن جي پڇڻ تي، ڇوڪري ڪڇڻ لڳي، پر ڳلو پرجي اچڻ جي ڪري آواز ٻاهر نڪرڻ بند ٿي ويس. پاڻيءَ جا ٻه ٽي ڍڪ پيري ڪجهه ڳالهائڻ جهڙي ٿي ته، هُن وراڻيو

"اسان ڏي خط آيو آهي، ته بابا جيل ۾ آهي، اڄ هن کي ڪورٽ ۾ وٺي ايندا، مون کي ٻڌايو ڪٿي آ، منهنجو منڙو بابا؟"

ڇوڪري بابا، بابا ڪري اڇي جو روئڻ ۾ پئي ته سڄو ماحول درد ناڪ ٿي ويو سيئي اسٽاف وارا به پنهنجن ڪرسين تان اُٿي هن کي پرچائڻ لڳا، ۽ ڪيسن مان پئسا ڪڍي نياڻيءَ کي ڏيڻ لڳا. شايد هنن کي پنهنجون نياڻيون اکين اڳيان اچي ويون هيون، پر هُوءَ جا پنهنجي وس ۾ نه هئي،

روئيندي بہ رهي ۽ ڳالهائيندي بہ رهي. هن پنهنجو نالو صدوري ٻڌايو ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ هن سان گڏ هن جي ماءُ ۽ ننڍڙو ڀاءُ بہ آيا آهن. جيڪي هيٺ هڪ وڻ جي ڇانو ۾ ويٺا آهن. ۽ بابا سان ملندا. علي نواز سمجهي ويو تہ صدوري منٺار سان ملڻ جي ڳالهہ پئي ڪريءَ هوءَ منٺار جي ڌيءَ هئي.

منٺار ڪجهہ دير کان پوءِ پوليس جي پهري ۾ ڪورٽ ۾ آيو ۽ پنهنجي ٻارن سان ملي ڪافي دير تائين لڙڪ بہ لاڙيندو رهيو ۽ اُنهن کي ريجهائيندو بہ رهيو.

گهنٽي وڄڻ تي علي نواز صاحب جي چيمبر ۾ ويو.

”جي سائين“

صاحب جيڪو ڪنهن ڪيس جي فائيل ۾ گم هو. ٿورو ڪنڌ کڻي چيائين.

”پاٽي پيار“.

پاٽي پيارڻ مهل صاحب کي موڊ ۾ ڏسي. منٺار بابت سڄي ڳالهہ صاحب کي ٻڌائي.

”جيڪڏهن ڳالهہ سچي آهي تہ مان اڄ ئي ضمانت ڏيانس ٿو. جيڪڏهن ڳالهہ ۾ ڪابہ گڙٻڙ ٿي تہ پوءِ توکي بہ منٺار سان گڏ جيل ۾ رکندس.“

ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ صاحب نهايت سنجيدگيءَ سان چيو. هن جو صاحب. نہ رڳو هڪ انصاف پسند جج هُيو. پر هُو هڪ بهترين همدرد انسان بہ هو. هُو سدائين انصاف کي انصاف سمجهي ڪندو هو احسان سمجهي نہ. نيٺ صاحب پاڻ ئي هڪ وڪيل کي گهرائي ضمانت جي درخواست داخل ڪرائي ۽ صاحب پنجاهہ هزارن ۾ هن جي ضمانت منظور ڪئي ۽ اِها خوشخبري صاحب پاڻ منٺار کي گهرائي روبرو ٻڌائي. منٺار خوش ٿي. سنوائي وٺي هليو ويو پر منٺار لاءِ پنجاهہ هزار جي ضمانت بہ وڏو مسئلو هئي. ڪيئي سنوايون گذري ويون. نہ پئسن جو بندوست ٿيو نہ ضمانت جو. هر سنوائي تي منٺار جا ٻار پيا ايندا هئا. ۽ ائين منٺار کي جيل ۾ ڪجهہ مهينا پيا بہ گذري ويا. ضمانت ٿيڻ باوجود هو جيل مان ٻاهر نہ نڪري سگهيو.

هڪ ڏينهن صاحب منٺار کي گهرائي پڇيو تہ

”منٺار تو پنهنجو ضامن ڇو نہ پيش ڪيو آهي“.

”سائين مان پرديسي آهيان اُتر سنڌ جو ويٺل آهيان، هتي ڪير مون غريب جو ضامن پوندو، هتي تہ ڪو بہ ماڻهو منهنجو واقف نہ آهي“.

نيٺ جج صاحب پاڻ مرادو هڪ ٻئي وڪيل کي گهرائي چانهہ پياري هن کي منٺار جي مسڪينيءَ جو احوال ٻڌايو ۽ خدا ڪارڻ ضامن پوڻ لاءِ چيو، اِهو ٻڌي وڪيل چيو تہ

”سائين ضامن تہ ڪٿي مان ٿي پوانس، سياڻي ضامن ڪرائي ڇڏي وڃي تہ مان ايترا پئسا ڪٿان ڀريندس،“

”جيڪڏهن ڇڏي ويو تہ ڪورٽ اوهان کي ڏنڊ معاف ڪري ڇڏيندي“.

صاحب ڏاڍي اعتماد سان چيو. نيٺ وڪيل صاحب پنهنجي ڪنهن پلاٽ جا ڪاڳر ڪڍي آيو ۽ منٺار کي چيو تہ

”ابا، هاڻ ڪجهہ خرچ ٿيندئي، مختيار ڪار آفيس مان سالوينسي سرٽيفڪيٽ نهندو، پوءِ مسئلو حل ٿيندو.“

”سائين هڪڙي آخري سنوائي وني ڏيو تہ حاضر ڪجهہ نہ ڪجهہ بندوبست ڪيون ٿا.“

پوءِ بہ ڪافي ڏينهن گذري ويا پئسن جو ڪو بندوبست نہ ٿيو. هر سنوائي تي منٺار جي ڌي، پٽ ۽ زال ايندا رهيا ۽ منٺار سان ملي، روئي روئي واپس ويندا رهيا.

۽ هڪ ڏينهن منٺار جي زال، پنهنجي پٽ سان گڏجي آئي هئي ان ڏينهن هو پئسن جو سڄو بندوبست ڪري آئي هئي ان ڏينهن هن سان ننڍڙي صدوري ساڻ ڪانہ هئي، اها خوبصورت ۽ معصوم صدوري نہ ڄاڻ ڪيڏانهن گم ٿي ويئي، پر ان ڏينهن منٺار جي زال وٽ پئسا جام هئا. ۽ اها آخري شنوائي هئي، جنهن تي پئسن جو بلو ٿي ويو هو ۽ منٺار ضمانت تي آزاد ٿي ويو پئسن ملڻ کان پوءِ منٺار جون هٿڪڙيون ۽ جيل جا لوهي دروازا ميڻ وانگر ڳري وڃي پٽ تي پيا.

❑

# لکڻ کان رهجي ويل خط

خبر نہ هئي تہ هن کي آخر ڪنهن ڏانهن خط لکرائڻو هو چا لکرائڻو هو. حالانڪ مون کي تہ خط لکڻ جو ڪو بہ تجربو نہ هو. پر هوءَ سدائين اوچتو سڏي مون کي چرڪائي ڇڏيندي هئي. هو سدائين مون کي وڏي ۽ جوان ٿيڻ جا مهڻا ڏيندي هئي تہ

”تون جوان ٿي وئين تہ اسان کي ڪهڙو فائدو ٿيو. ۽ تنهنجي پڙهڻ جو بہ اسان کي ڪهڙو فائدو اسان کي تہ ڪڏهن ٽڪي واري چٺي بہ نہ لکي ڏنئي“

ائين چوڻ مهل هوءَ ڏاڍو پيار سان ۽ معنيٰ خيزانداز سان مرڪي پوندي هئي. عجيب نظرن سان منهنجي سڄي جسم کي پئي ڏسندي هئي. هوءَ مون کي ويجهو اچي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ چوندي هئي. پر مان هن کان ٿورو فاصلو رکي هن جون ڳالهيون ٻڌندو هوس. هوءَ سدائين مون کي رات جو سومهڻي واري نماز تي وڃڻ مَهل سڏي بيهاري ڇڏيندي هئي. ۽ مون کي دل ئي دل ۾ نماز ۾ دير ٿيڻ جو افسوس ٿيندو هو هن جي گهر جي اڳيان گهگهہ اوندهہ هوندي هئي. اوندهہ ۾ بس هن جا هٿ ۽ چهري جي روشني ئي هوندي هئي. ۽ هن جون ڳالهيون ريل جي پٽڙين جيان وينديون هيون ڊگهيون ٿينديون. هن جو مڙس ريلوي کاتي ۾ ملازم هو ۽ گهر مان ٽي، ٽي چار، چار ڏينهن ڊيوٽي سانگي هليو ويندو هو. هن جي شاديءَ کي اجا چند بهارون مَس گذريون هيون. پر هن جي اڱڻ ۾ ڪو بہ گلاب ٽڙي نہ سگهيو هو. هن جو مڙس جڏهن ڪيترن ئي ڏينهن کان پوءِ گهر ايندو هو تہ هو پاڻ سان گڏ ڪيترن ئي ڏينهن جا ٿڪ ۽ راتين جا اوجاڳا بہ ساڻ کڻي موٽندو هو. اچڻ سان ماني کائي هنڌ وڇرائي سمهڻ جي تياريءَ ۾ لڳي ويندو هو هن جي مڙس جا گهر ۾ بہ ئي تہ ڪم هوندا هئا. هڪڙو کائڻ ۽ ٻيو سمهڻ. اهو تہ جهڙوڪر گهر ۾ ايندو ئي پنهنجي ننڊ پوري ڪرڻ هو ۽ هن جي زال جا سڀ سينگار،

ريشمي خواب، نرم ۽ نازڪ احساس سڀ اجايا ٿي ويندا هئا.

منهنجو گهر هن جي گهر کان ٿورو پريرو هو مسجد ويندي مون کي مجبورن هن جي گهر جي سامهون ئي گذرڻو پوندو هو ڇو تہ ٻيو ڪو بہ رستو نہ هو ۽ ٻانگ اچڻ کان پوءِ هن جي دروازي تي ٽنگيل پردي ۾ چر پر شروع ٿي ويندي هئي، حالانڪ منهنجو سڄو پاڙو نمازي هو ۽ ٻيا بہ ڪوڙ سارا ماڻهو جن ۾ مون جهڙا نوجوان بہ شامل هئا جيڪي نماز تي ويندا هئا. ۽ اُهي بہ پڙهيل لکيل هئا، پر الاءِ ڇو هوءَ رڳو مون کي ئي نالو وٺي سڏي ونندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن مان ڪو نہ ڪو بهانو ڪري هليو ويندو هوس، پر جڏهن هوءَ سڏي ڳالهائڻ شروع ڪندي هئي، تہ خبر نہ آهي تہ هن جي ڳالهين ۾ ڪهڙو جادو هوندو هو جو آءٌ ڳالهين ۾ ڳڱاٽجي ويندو هوس، منهنجا پير ڌرتيءَ سان چنبڙي ويندا هئا. مان صفا پنڊ پهڻ ٿي ويندو هوس، ۽ هُو سدائين مون سان ساڳي فرمائش ڪندي هئي.

"رشيد اڄ تہ مون کي خط لکي ڏي، ڇو ايترو ظالم ٿيو آهين، هلي آ، اندر اچ تون مون کان ايترو شرمائين ڇو ٿو مان توکي کائي تہ ڪانہ وينديس"

۽ منهنجا ساڳيا بهانا،

"مون وٽ هينئر ٽائيم ڪونهي، منهنجي نماز نڪري ويندي، اڄ مون کي ڇڏ، منهنجو توسان واعدو آهي، سڀاڻي مان توکي خط لکي ڏيندس،"

"واعدو ڪر، پڪو واعدو"

"هوءَ چوندي هئي،"

ها،

"پڪو واعدو".

۽ ائين ڪيترائي ڀيرا وعدا وفا نہ ٿي سگهيا. ائين ڪيترو عرصو گذري ويو پر هڪ ڏينهن منهنجا بهانا ۽ ڪوڙ ختم ٿي ويا.

"اڄ ڇا بہ ٿئي، اڄ توکي منهنجو ڪم ڪرڻو ئي پوندو اڄ مان توکان خط لکرائي ئي رهنديس".

۽ مان پهريون ڀيرو هن جي گهر ۾ ايئن داخل ٿيس، ڄڻ ڪنهن مون کي هپنا ٽائيز ڪري ڇڏيو هجي، مان هن جي ننيڊڙي صاف سٿري گهر ۾ هلندو

ويس ننڍڙو آڱر. ننڍڙو وراندو ۽ هڪ ڪشادو ڪمرو جنهن ۾ زندگي پنهنجن سڀني رنگن سان موجود هئي. هوءَ مون کي بيڊ تي ويهاري هلي ويئي.ٻاهرين در بند ٿيڻ ۽ ڪنڊي لڳڻ جو آواز آيو ھاڻ گهر ۾ ڪير بہ بنا اجازت جي داخل نہ ٿي سگهيو. مان ڪمري ۾ ڪاٺ جي ڦٽن تي سجايل هن جا ٿانو ڏسندو رهيس. خوبصورت چادر وڇايل بيڊ. پير هيٺ لڙڪائي ويهي رهيس، ۽ سوچڻ لڳس، الائي تہ ڪنهن ڏانهن خط لکرائيندي، الاءِ ڇا ڇا لکرائيندي، مان اجان سوچن ۾ ئي گم هوس تہ هو سامهون هٿ ۾ هڪ ٽري کڻي ايندي نظر آئي. ۽ ٽري اچي منهنجي پرسان رکيائين، ٽري ۾ ڪجهہ پليٽون هيون، ۽ ٽري ۾ ڊراءِ فروٽ، ڪيلا، صوف ۽ مڪس نمڪو وغيره ۽ بسڪوٽ هئا.

”هي تون ڪيئن ڏارين وانگر وينو آهين.“

هن مون کي پيرن کان وٺي زوريءَ بيڊ تي مٿي ڪري ويهاريو.

”پاڻ دوست آهيون تون بلڪل پريشان نہ ٿي هاڻي هتي ڪير بہ ڪو نہ ايندو“.

مون کي پنهنجي هٿن سان صوف ڪپي کارائڻ لڳي، مون کي اُن مهل پنهنجون ٽنگون ڏڪندي محسوس ٿيون هيون.

”جلدي ڪيون خط لکي وٺون“.

مون چيو.

”ها، ها، خط بہ لکنداسين، پر پهريان پنهنجي سهڻي مهمان جي خدمت تہ ڪري وٺان.“

ائين چئي هن منهنجي ڳل تي هڪ زوردار، ڊگهي چمي ڏني. چميءَ جي اثر سان منهنجا رنگ مٽجڻ لڳا، مون کي اڃتو سخت سيءُ محسوس ٿي رهيو هو پوءِ هن ڪمري جو در بہ بند ڪيو ۽ هوءَ نہ پين کڻي آئي ۽ نہ پنو ۽ پوءِ هوءَ بيڊ تي چڙهي آئي، مون کي ڪافي دير تائين پنهنجي گرم ٻاڪرن ۾ قيد ڪري ڇڏيائين. هن جي جسم جي ڪوساڻ ۽ ساهن جي سرهاڻ مون کي هڪ نئين دنيا سان روشناس ڪرايو هو مون کان ڪا گهڙي سڄي ڪائنات وسري ويئي هئي. هُوءَ بہ جڻ پنهنجو وجود وڃائي ويني هئي، ۽ مون کان مسجد، نماز توڙي دوزخ جو عذاب سڀ ڪجهہ وسري چڪو هو. اهو

سڄو هن جو ڪمال هو جڏهن زمين کان وٺي آسمانن جو سير ڪري موٽي آياسين تہ هُوءَ ڏاڍي خوش هئي، ۽ مان بہ عجيب نئين خوشيءَ جي احساس سان سرشار هوس. نيٺ ڪيترائي پيرا هن لطف مان گذرندا رهياسين. نيٺ هوءَ ساٽي تي پئي، ۽ چوڻ لڳي،

"هاڻ تون وچ ۾ پيري خط لکنداسين".

ائين چئي هن منهنجو کيسو خرچيءَ سان پري ڇڏيو.

"نہ خط اڄ ئي لکنداسين. مان اڄ خط ضرور لکندس"

مون هن کي خط لکرائڻ لاءِ مجبور ڪيو. هن مون کي هڪ پيرو وري پنهنجي ريشمي ڪوسي ياڪر ۾ پري، هڪ ڊگهي چُمي ڏني ۽ چيو

"هينئر تون وڃ. وري جڏهن خط لکرائڻو هوندو آءُ توکي پاڻ ئي سڏي وٺنديس"

منهنجي تہ سڄي دنيائي بدلجي چڪي هئي، مون کي ائين ياسندو هو، ڄڻ مون ڪو مٺو خواب لڌو هجي. منهنجي اندر ۾ عجيب مزيدار احساس جنم وٺڻ لڳا. مون پنهنجو پاڻ بلڪل نئون نئون پئي محسوس ڪيو ۽ مون پنهنجو پاڻ کي هاڻ وڏو مرد ماڻهو سمجهڻ شروع ڪيو هو. منهنجي اندر جا سڀ خوف ختم ٿي ويا هئا. مون کان جنت جا سڀ رستا وسري ويا هئا. مون دوزخ واري رستي تي هلڻ شروع ڪيو هو هاڻ جنهن پل منهنجي دل گهرندي هئي، مان حسُن بانو جي دنيا ۾ هليو ويندو هوس. پيار واري ٻانگ مون کي مُلي واري ٻانگ ٻڌڻ ئي نہ ڏيندي هئي. حسن بانو بہ مون کي ڪڏهن نہ روڪيندي هئي، هن جي گرم جوشي ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي ويئي. نينهن واري نماز کان پوءِ مون کان سڀ نمازون وسري ويون هيون". هر. هر حسن بانو وٽ وڃڻ ڪري، پنيور کي باهہ لڳي چڪي هئي، هر زبان تي اسان جي عشق جا چرچا هئا. اوڙي پاڙي ۾ هاڻي جتي بہ چار مايون ويهنديون هيون تہ رڳو حسن بانو جي پيار تي پيون سڙنديون هيون. ڳالهہ ٿيندي، ٿيندي نيٺ حسن بانو جي ڪنن تائين وڃي پهتي،

"ائي حسن بانو هي اسان ڇا پيا ٻڌون. اهو پاڙي وارو ڇورو سڄو ڏينهن تنهنجي گهر. اڄ وڃ لڳي پئي اٿس. ائي جي تو واري مڙس کي خبر پئي تہ ڪم ڏاڍو خراب ٿيندئي."

حسن بانو جي خوبصورت ڪمري ۾ منهنجي معصوم جوانيءَ نئون جنم ورتو هو. هي حسين ڪائنات، مون کي پهرين کان به وڌيڪ حسين محسوس ٿيڻ لڳي هئي. هاٿي اوڙي پاڙي واريون مايون مون کان پردو ڪرڻ لڳيون هيون، جوانڙيون مون کان شرمائي، ٿهڻ، کلڻ ۽ ڀڄڻ لڳيون هيو. حسن بانو سان ملڻ کان پوءِ منهنجي سڄي دنيا ئي بدلجي ويئي هئي، نه روزا رهيا نه منهنجون نمازون رهيون، بس هر پل تون ئي تون لڳي پئي هئي. وقت جو گهوڙو پنهنجي رفتار سان ڊڪندو رهيو. موسمون ڦرنديون رهيون، وري ساڳي جنوري ۽ ساڳيا سيارا موٽي آيا هئا. پيار جون ڊگهيون راتيون وري موٽي آيون هيون سڀ ڪجهه ساڳيون هو مسجدون به ساڳيون هيون ۽ نمازون به ساڳيو هيون بس نه هوس ته مان اهو ساڳيو نه هوس. هڪ ڏينهن آذان جي ڇڪ تي وري مان مسجد ڏانهن ڇڪجي ويو هوس. ساڳي سومهڻي جي نماز هئي، مسجد ۾ داخل ٿيندڙ سڀ کان پهريون نمازي به مان هوس، سجدي ۾ به هاڻ اڳيون سرور نه هو. مسجد مان ٻاهر نڪرڻ وارن ۾ به سڀ کان پهريون ماڻهو آءٌ پاڻ هوس. نماز اڃا هلي رهي هئي، مسجد مان نڪري تڪڙو تڪڙو هلندو آءٌ ساڳي ريشمي پردي واري دروازي تي اچي بيهي رهيس. اُها رات حسن بانو جي زلفن کان ڪاري هئي، مون ڌڙڪندڙ دل ۽ ڏڪندڙ هٿن سان در کڙڪايو.

”ڪير.“

حسن بانو جو ساڳيو مڌ ڀريل آواز آيو

”مان آهيان رشيد“.

مون چيو.

”ڇو آيو آهين“.

هن جي لهجي ۾ عجيب لاتعلقي هئي.

”خط لکڻو آهي.“

مون جواب ڏنو. هُن چيو

”تنهنجي مهرباني مون خط لکرائي ڇڏيو آهي،“

۽ دروازو ٺورو کُلي زور سان بند ٿي ويو.

❑

# ويساهہ گھاتي

مل جي چمنيءَ مان پورهيتن جو خون دونهين جي شڪل ۾ ٻاهر نڪري رهيو هو. مل جو گُهگهو وڄي ٿو. مل جا پورهيت عملو تبديل ( shift change) ٿيڻ تي، مل جي وڏي لوهي مين گيٽ کان ٻاهر نڪرن ٿا. پورهيتن کي ميرا ڪپڙا اکيون اوجاڳيل، ڪن جا ڪپڙا ڪاري تيل سان آٽيل، ڪي پنڌ تہ ڪي سائيڪلن تي، ڪي موٽرسائيڪلن تي، پنهنجن اَجهن ڏانهن روانا تي رهيا هئا. هو ڏاڍا ٿڪل هئا. هنن جا سنڌ، سنڌ ساٿا ٿيل هئا. مل هنن جو رت ۾ ست نپوڙي ڇڏيو هو هنن جلدي گهر پهچي آرام ڪرڻ تي چاهيو ۾ مل ڏانهن ايندڙ پورهيت تازا، توانا. ڦڙتيلا ۽ جوشيلا هئا. اهي مل ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مل ڏانهن وڌي رهيا هئا. هنن پورهتين جا مُکَ اڄ خوشيءَ سان ٻهڪيل هئا. اڄ وڏي جدوجهد کان پوءِ هنن کي پنهنجي منزل ملڻ واري هئي، اڄ هنن کي پنهنجي محنت جو ثمر ملڻ وارو هو. اڄ سيئي پورهيت ڏاڍا خوش هئا. سيئي پورهيت ساٿي جلوس جي صورت ۾ مل جي مين گيٽ کي جيئن پوءِ تئين ويجها ٿيندا پئي ويا.

مل جي پورهيتن پنهنجي ايڪي ۾ ٻڌي سان اڄ جيڪا منزل ماڻي هئي، اُنهين ۾ هنن جي پوين ستن ڏينهن جي ڪامياب هڙتال جي وڏي اهميت هئي، ۾ خاص طور تي ستن ڏينهن جا بہ آخري ٻہ ڏينهن وڏي اهميت وارا هئا. اُنهن ٻن ڏينهن ۾ مل جا مالڪ گوڏا کوڙي ويهي رهيا هئا. مل جي، جي ايم. يونين جي مک عهديدارن کي ڳالهين لاءِ پنهنجي آفيس ۾ اچڻ جي دعوت ڏياري موڪلي هئي، جيڪا ڪامريڊ منل پنهنجي ساٿين سان صلاح ڪرڻ کانپوءِ اهو چئي رد ڪئي تہ.

"ڳالهيون سيٺي مزدورن جي سامهون ٿينديون، نہ ڪي ڪنهن آفيس جي بند ڪمري ۾."

ان ڪانپوءِ ڳالهين ۾ هڪ ڀيرو وري ڊيڊلاڪ پيدا ٿي پيو يونين اڳواڻن، پنهنجي مڏر پارٽي سان مٽينگ ڪئي، جنهن سان هو مسلسل رابطي ۾ هئا. مڏر پارٽيءَ پاران هڪدم ڪاميٽي نهي ويئي، گڏجاڻيون ٿيون ۽ جدوجهد جو دائرو وسيع ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. هاڻ مل سان گڏ مين روڊ ۽ ريلوي ٽريڪ کي بہ بند ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. آخري بہ ڏينهن جڏهن روڊ ۽ ريلوي ٽريڪ بہ بند ٿيو تہ حڪومت ۽ تر جي انتظاميا پاران مل جي مالڪن تي سخت دٻاءُ پيو. جيئن جيئن مل مالڪن تي حڪومت ۽ انتظاميا جو پريشر وڌندو ويو. تيئن تيئن مل مالڪن. ڪامريڊن منل ۽ سندس ساٿين کي خريد ڪرڻ ۽ هڙتال تان هٿ کڻائڻ لاءِ هر قسم جون آڇون وڌائي ڇڏيون هيون. پر ڪامريڊ منل ۽ سندس پورهيت ساٿي لنگهڻ ڪاٽي ۽ تن کي تسيا ڏيئي بہ ڏاڍا سرها ۽ مطمئن هئا. پر پنهنجي جدوجهد تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار نہ هئا.

"ڪامريڊ اسان کي اوهان تي مڪمل ڀروسو آهي، توهان ڀلي سيٺن سان ڳالهايو اسان جا سڀ ساٿي ان ڳالهہ تي متفق آهن."

هڪ پورهيت ساٿي ڪامريڊ جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو.

"نہ. ڪامريڊ ايئن نہ ٿيندو. ڳالهيون سيئي گڏجي ڪنداسين ۽ اسين پنهنجو حق ٿا گهرون ڪا خيرات ڪونہ ٿا پنئون. ۽ اسين تہ ايترو ٿا چئون تہ مل تي سڀ کان اڳ ۾ پهريون حق اسان ڌرتيءَ ڌڻين جو آهي، ۽ اسين جيڪي ڏهن ۽ پندرنهن سالن کان مل ۾ پورهيو ڪندڙ سينيئرپورهيت آهيون اول انهن کي پڪو ڪيو وڃي. اِهو ڪٿان جو انصاف آهي، تہ سينيئر پورهيت ڪچا هجن ۽ نون ٻاهران آيل پورهيتن کي هڪدم پڪو ڪيو وڃي."

"۽ ڪامريڊ! ٻين صوبن ۾ تہ ملازمن جون پگهارون بہ نون بجيٽ جي اعلان مطابق پيا ڏين ۽ اسين اجا تائين پُراڻين پگهارن تي پيا هلئون."

"ساٿيو همت ڪيو هاڻي منزل پري نہ آهي. هاڻي مل جا مالڪ اسان جا

اڌ مطالبا مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن ۽ چون ٿا تہ اوهان جا اڌ پورهيت هن سال پڪا ڪريون ٿا. ۽ اڌ ايندڙ سال پڪا ڪنداسين. اسين چئون ٿا تہ اسين سڀ سينيئر آهيون، ان ڪري اسان سيني کي يڪدم پڪو ڪيو وڃي."

"ها، ڪامريڊ هاڻي لڳي ٿو تہ اسان جي جدو جهد، هنن جو غرور خاڪ ۾ ملائڻ واري آهي."

۽ نيٺ مل جا مالڪ ۽ جي ايم پورهيتن وٽ هلي آيا. هاڻي هو ڳالهيون لاءِ بلڪل تيار هئا، هنن مڏر پارٽي جي مرڪزي اڳواڻن ۽ ڪامريڊ منل تي ٻڌل ڪاميٽيءَ سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ تيار هئا. سيني پورهيتن جا مُک خوشيءَ سان ٻهڪي اُٿيا. پنهنجي مرڪزي اڳواڻن تي پورهتين کي پورو يقين هو. شام جو ڇهين وڳي ڳالهين جو وقت طئي ٿيو. مرڪزي اڳواڻ جلوس جي شڪل ۾ مل ۾ داخل ٿيا هئا، مل جو سڄو ماحول ڳاڙهن جهنڊن سان ٻهڪي اُٿيو هو. ڳاڙهي جهنڊي جو رعب ئي پنهنجو هو. ڳالهين ۾ مل مالڪ، مرڪزي اڳواڻ ۽ يونين ليڊر منل بہ شامل هو. ڳالهين جو دؤر ڊگهو ٿيندو ويو نيٺ رات جو ٻارهين وڳي ڳالهيون ختم ٿيون. ڳالهين ختم ٿيڻ کان پوءِ پارٽي جا مرڪزي اڳواڻ ۽ يونين اڳواڻ ڪامريڊ منل، سواءِ ڪجهہ ٻڌائڻ جي پنهنجي وڏين گاڏين ۾ چڙهي، روانا ٿيا، مين گيٽ وٽ گاڏي ٿوري جَهڪي ڪري، چيئرمين صاحب، هلندي گاڏيءَ مان، انتظار ۾ بيٺل پورهيتن سان بس ايترو ئي ڳالهايون تہ

"سڀاڻي کان هڙتال ختم آهي."

پورهيت چيئرمين صاحب جي اڌوري ڳالهہ ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيا،" هنن کي پڪ هئي تہ هنن جا سڀ مطالبا مڃيا ويا آهن ۽ هاڻي سيني سينيئر پورهيتن کي نئين وڌيل پگهار تي پڪو ڪيو ويندو ۽ ڊرتي ڏٽين کي اوليت ڏني ويندي.

سڀ مزدور هاڻي مل جي مين گيٽ کي ويجهو رسي، چڪا هئا. هو پيار سان ٿڪل پورهيتن کي ويندو ڏسي رهيا هئا، هو اڄ ڏاڍا خوش هئا. سڀ مزدور مل جي گيٽ وٽ پهچي بيهي رهيا هئا، مل مان ڊيوٽي پوري ڪري نڪرندڙ پورهيتن لاءِ گيٽ کوليا ويا هئا، ۽ بين پورهيتن کي اندر داخل ٿيڻ کان روڪيو

ويو هو هنن کي گيٽ تي ئي روڪيو ويو. هنن کي اندر اچڻ نہ پئي ڏنو ويو. ڪجھہ دير کان پوءِ مل جي مين گيٽ جي ٿلهن پلرن تي نالن واريون وڏيون لسٽون هڻيون ويون هيون. نالن جي مٿان لکيل هو هنن سڀني پور هتين لاءِ مل جو گيٽ هميشہ لاءِ بند ڪيو ويو آهي.

❑

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽانڊڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ –

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ونڊ ڪان ونڊ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)